ڪتاب: **موسيقي، موسم ۽ تبسم**

شاعر: عبدالغفار تبسم

پهريون ڇاپو: جولاءِ 2003ع

پبلشر: خليل جبران پبليڪيشنز

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ سيٽنگ:

سنڌيجا پبلشرز ۽ پرنٽرز

ڪراچي فون: 7771618

تعداد: هڪ هزار

ملهه: پڪو جلد -/180 روپيا

POETRY

**MOSIKI,**
**MOSAM**
**AIN**
**TABASSUM**

BY:

**ABDUL GHAFFAR TABASSUM**

Price at USA, USD 10/_
at UK Pound 8/_ only

---

*The composing, page making and layout designing of this book has been occurred on Xp 2002 Sindhi enable window environment on the basis of Sindhi Computing by Abdul Majid Bhurgri. The fonts has been used in this book are designed and developed by ChandkaSoft according to the uni-code standards first ever in the history of Sindhi computing.*
*Layout and Page Making by Sindhija Publishers & Printers, Karachi*

---

لوڪ جا سينا، جڏهن آئينا تين ٿا پرين،
بغض ۽ ڪينا بدلجي نگينا تين ٿا پرين،
تڏهن حيات جا ''تبسُمَ'' باقي بچيل سجدا-
جُهڪڻ بنا ئي سمجهجن، ادا تين ٿا پرين.

# فهرست

# ڪجھہ پنھنجي پاران

## همسفر هل ته هلي ڇنڊ جون ڦارون ٿا ڪيون

هيءَ مختصر حياتي جنهن ۾ هر نفس کي پنهنجو پنهنجو مقرر تيل حصو جيئڻو آهي ۽ منهنجي پنهنجي سوچ موجب تہ ان مقرر تيل مدي ۾ سندس حصي جوڪم بہ متعين تيل آهي. ماڻهوءَ کي ان مخصوص تيل عرصي دوران ڇا ڇا ڪرڻو آهي ۽ ڇا ڇا هوڪري چڪو آهي عمر واري پهر جي ونڊ ورڇ واڌو ۽ ڪاٽوءَ وارو ليکو ان جو سيڪنڊن، منٽن، ڏينهن مهينن ۽ سالن جو جم کان موت تائين جو وچور هڪ باشعور ۽ ذميوار فرد کي خوداحتسابيءَ جو بار بار احساس ڏياريندو رهي ٿو ۽ ان خود احتسابيءَ واري عمل کان سواءِ ماڻهوءَ جي زنده رهڻ جو ڪو ڪارج يا اهميت بظاهر

نتي نظر اچي. ايئن ئي جيئن خوشبوءَ کان سواءِ گل. بنا روشنيءَ جي بلب يا بغير تصوير جي ٽيليويزن هجي. ڪائنات ۾ نيڪيءَ سان گڏ بدي بہ پنهنجي قوت جو اظهار ڀرپور نموني ڪندي آئي آهي، ڪندي رهي ٿي ۽ ڪندي رهندي. جيسين هن ڌرتيءَ تي آخري نفس بہ باقي آهي،تيسين اهي ٻئي قوتون پنهنجي ڀرپور سگهہ سان حريف نفس تي حملي آور ٿينديون رهنديون. ماڻهوءَ جي مٿي ڳوهڻ وقت چوٽي آهي تہ چڱائين واري چاٽي ۾ ڪو شيطاني قوت جو رت بہ رلي ملي ويو هو. جنهن ڪري انساني فطرت ۾ وحشت ۽ سفاڪيت بہ شامل رهندي اچي ٿي ۽جنهن ڪري هن ڌرتيءَ تي هيڏا سارا ڪلور ۽ هاجا ڏينهون ڏينهن وحشتن جي نت نوَن اندازن سان سامهون ايندا رهن ٿا. هي اڄ جون وحشتون، بي رحميون هڪ حساس ۽ آدرشي ماڻهوءَ جي سهپ کان چڙهي ويون آهن. مججي ٿو تہ تاريخ جا اڳيان صفحا هن اجوڪن حادثن، الميں، ڪلورن ۽ ڦيسن کان وڌيڪ ڀريا پيا آهن. انساني خود غرضيءَ جون روايتون اجوڪين بي حسين کان ڪيئي حصا وڌيڪ تاريخ ۾ رقم ٿيل آهن. قبل مسيح ۽ پسِ مسيح جون خونريزيون اجوڪن سا نحن کان سوٽيون وڌيڪ هونديون.

تاريخ ۾ جبر، ڏاڍ، ڏمر ۽ انساني تشدد جا انيڪ مثال رقم ٿيل آهن. هڪ تہ فاتحن جو مفتوحن تي ظلم، وستيون، واهڻ، آباديون، لٽي تاراج ڪرڻ، شهنشاهن، تاريخي قزاقن هٿان لکين هزارين وسنديون، علمي ادبي ادارا، درسگاهون ساڙيون، لٽيون، ڦريون ۽ تهس نهس ڪيون ويون. مذهبن جي نالي تي بہ ڪروڙين قهر ٿيندا آيا آهن. انساني آه زارين جون مذهبي تعصبن، استحصالن، انيائن ۽ خون خرابين خلاف ڪائنات جي ابتدا کان وٺي هيل تائين جون احتجاجي پڪارون، التجائون، بي يارومددگارن جي بي وسيءَ وارن پڙاڏن جا ورلاپ هر دؤر جو حساس قلمڪار، چترڪار ۽ ڪلاڪار محسوس ڪندو ۽ رت رئندو آيو آهي ۽ ان اُولامرن جي ڏهڪائن خلاف پنهنجن پنهنجن لفظن جي اٽت. هنر

فڪر ۽ فهم سان اندر جي ڏڪار ۽ نفرت جو اظهار پڻ ڪندو آيو آهي. هتي مان اها ڳالهه به واضح ڪندو هلان ته فنڪار محض فنڪار ۽ قلمڪار، صرف قلمڪار ئي هوندو آهي. وقت جو سچو فنڪار پنهنجي نِرت، صدا ۽ برش واري ڪلا سان انهن نفرتن جو نماءُ، صرف انجمن ۽ عاليه واري ڏانءَ سان نه پر موجوده دور جي شيماڪرمانيءَ ۽ انيلا سندر جهڙين سندر نارين جي سندرتائن واري روپ ۾ به ڪري سگهي ٿو. شيما ڪرمانيءَ جڏهن، يٿائي رحه کان پوءِ سنڌي ٻولي جي نهايت جامع ۽ عظيم شاعر شيخ اياز سان 1992ع ڌاري سنڌي ادبي سنگت FTC بلڊنگ ۾ شاندار شام رچائي هئي ته دودي چنيسر واري شيخ اياز جي لکيل منظوم نظم تي جنهن نرتيه ڪلا سان تاريخي اوپيرا ۾ پنهنجي انگ جي لوچ سان لُڇي اُنهن ڪڏن ۽ ڪروڌي ڪردارن کي ننگو ڪري وائکو ڪيو هو. اُهو اڄ به منهنجي چا، پر سين حاضرين جي ذهنن تي نقش ٿيل هوندو. ساڳي ئي سال دبئيءَ ۾ انيلا سندر جا،هندوستان جي سنڌي سندر نرتڪا آهي، اُن جي وڊيو فلم جاچيندي جڏهن پنهنجي سنڌي سماج ۽ سوسائٽيءَ ۾ مروج رواداريِن، وضعدارين، رائج الوقت مروتن، رسمن ۽ مختلف ڏڻن ملهائڻ . هوائي جهازن واري دور کان اڳ واپار لاءِ وڻجارن جو ٻيڙن تي اُسهڻ ۽ سندن واپس ورڻ جي آس ۾ سندن ونين جو ن درن ۾ ديدون وجهي ويهڻ، ڏياريءَ، دسهڙيءِ ناتال ۽ هوليءَ جون رنگين رنگ ڏارائون ۽ اُن اُڏامندڙ ڏارائن. پچڪارين ۾ چُنري ۽ چوليءَ جورنگ رنگ چٽجي پوڻ، ڏوڪلي، اسي موريءَ راند جا نينگ تپا، چيچ شادمانا، هزارين هيج ڪنيون هيءَ ناري اُن وڊيو ۾ تي ڪلاڪ پنهنجي شاندار پرفارمنس (اداڪاري) ڪندي رهي ۽ اهي تي ڪلاڪ ان ''سنڌيت جي سُرهاڻ'' واري عنوان سان هن ڪيسٽ ۾ سنڌ جو هڪ زنده دور سمايل هو. هِنَ ۽ سندس سٿ، جنهن ۾ سندس ورُ به شامل هو جو پنهنجي روشنين واري هنر سان اسٽيج جي پردي تي پاٽيءَ جون چلڪندڙ چوليون ڏيکاري رهيو هو جنهن ۾ ٻيڙن جي

آسيءَ جي دور جا مڪمل تاثر ۽ پرپان هڪ وڻجارن جي وڇوڙي جو گيت هوا
پريت جو پڇي، جنهن تي انيلا سومهڻين ۽ باڪُن جو بندر تي بيهي وڻجاري جي
اوسيئڙي پران جي اچڻ واري آس ڪنيو تر ٻُهاريندي نظر اچي رهي هئي، تہ
ڳالهہ پئي ڪيم اهڙن وقتن جي سچن ساهتڪارن جي جيڪي پنهنجي
رڳ رڳ ۾ سچايون پري جيئندا ۽ دنيا جي ڪج روش تي روز لڇندا مرندا
رهن ٿا ۽ پنهنجي پنهنجي اربيل ذات ساڻ اُن سماجي قدرن جي پرچار
ڪندا رهن ٿا. دنيا جي شهنشاهت ۽ اقتدار جي حوس ۾ حڪمرانن جي
حڪمن هيٺ صرف رومي ۽ يوناني خدائن جي عتاب ۽ نافرمانين جي
سزائن عيوض يا مذهبي اطاعتن جي بغاوت ۾ لکن ڪروڙن معصوم
انسانن جو خون وهايو ويندو هو. 169 ق.م مسيح ۾ هڪ يوناني شهنشاهہ
Antiochus ”اينٽئاڪس“ جڏهن مصر کي فتح ڪرڻ ۾ ناڪام ويو تہ
هن يروشلم تي ڪاهہ ڪري هزارن لکن يهودين کي هيڪل سليمانيءَ
واري مندر ۾ قتل ڪري انهن جي خون جي ڦوهارن سان هيڪل سليمانيءَ
جون ديوارون رنڱي ڇڏيون هيون. ان مذهبي نافرمانيءَ واري تشدد جي
ڪارروائي بعد يهودي مذهب تي بندش مڙهي وئي هئي. ڪيترن جيئرن
يهودين جي بدن جون هڏيون سوئرن کي کارايون ويون تہ اهڙن تاريخي
المناڪ ڪربلائن جي پس منظر ۾ اجوڪي صديءَ جو شاعر يا قلمڪار
جڏهن ورق اٿلائي ٿو تہ جڻ انهن هڏين چپاڙجڻ جا رڙڪا ۽ تن رومي
محلن جي پٿين تان تمندڙ انساني رت جا ريگاڙا اچا ۽ اڄ بہ پنهنجي دل،
قلم يا ڪلڪ جي نب تان ڳڙندي محسوس ڪري ٿو. اهڙين ئي موجود
عراق ۽ اتحادين، افغانستان، بوسنيا ۽ ويٽنام جنگين ۽ ماضيءَ جي
تاريخي حقائن کي محسوس ڪندي منهنجو هن ڪتاب ۾ هڪ
طويل نظم ”دنيا جو نوحو“ بہ شامل آهي، جنهن ۾ انهن تاريخي سانحن
جي محسوسات سان گڏ هاڻوڪي انساني روزمره جي وارتائن جي بيان
ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. غمن، خوشين، محرومين، خودڪشين جا

المیا، لڳ لاڳاپا چڙي ڏور ويندڙن جون پنهنجن وارثن وٽ دردن جون چڙيل ڏيارڻون، تاحيات رهندڙ يادن جي خلش، الوداعيون، محبتون، وفائون، جفائون، ميل ميلاپ، وڇوڙا، ياريون باشون، وقت پٽاندڙ بدلجندڙ محبتن جا قدر ڌرتيءَ ۽ مٽيءَ جون مهڪارون، ان جي سُرهاڻ جو هبڪارون، مست نظارا، وشال سمونڊ تي سج ۽ چنڊ جا جرڪندڙ سونا روپا ڪرڻا، حسين ساروڻين جون شامون ۽ راتيون، ان يادگيرين ويلي ڪويل جون آڳ لڳائيندڙ ڪوڪون ڪنهن پپيهي جي هيانءُ وڍيندڙ هوا ۾ ٻرندڙ صدا، اهي سڀ ڪيفيتون توڙي جو دنيا جي هر شاعر جا موضوع رهيا آهن ۽ منهنجي پڄاڻان پوءِ به ساڳيون ئي رهنديون ۽ وقت جو قلمڪار انهن موضوعن کي ڪٽي ڪوتا گري پيو ڪندو رهندو پر فرق رڳو هر دل ۽ هر نظر جي اُپٽار يا منظر نگاريءَ جو رهندو آهي.

هن ڪتاب سهيڙڻ مهل سوچيم ته هن ڪتاب ۾ ڪجهه اڳين ڪتابن جا غزل به شامل ڪيان ته جيئن منهنجي جملي غزلن جو ڪجهه حصو سهيڙجي هڪ ڪتاب ۾ اچي. جيتوڻيڪ اجا هن کان به ٻيٽا ٽيٽا ڇپيل ڪتابن جا غزل رهيل آهن. جي حياتيءَ ساٿ ڏنو ته ايندڙ ڪتابن ۾ شامل ڪندس منهنجو ايندڙ ڪتاب نظمن جو هوندو جنهن ۾ ساڳي ئي طرح هن ڪتاب وانگر نئين شاعري ۽ اڳين نظمن جي چونڊ وارو حصو شامل ڪندس. پر اهو سڀ ممڪن آهي هن عمر، هن پساهه جي باقي سٽڻ سان.

شاعر هجڻ ناتي اها آس اٿم ته جيسين حيات رهان هن ڌرتيءَ جي خوشحاليءَ انساني اُپ وستين جي سرگذشت جا گوناگون قصا ٻيڙائن ۽ بي وفائين جا روج راڙا، وفائن جي لمحن جا گيت ڳائيندو رهان ڇيڇن ۽ شغلن کي پسي من ايئن ئي چوليون چلندو رهي ۽ آئون پوئين پساهه تائين من جي مشاهدن سان اهو سڀ ڪجهه سميٽي پنهنجي سٽن ۾ اوتيندو رهان ۽ اهو سڀ تڏهن ممڪن آهي جڏهن اوهان پنهنجي پاڪرن

جي پرين ۾ سيني سرجڻهارن کي پري ۽ پيچي رکندؤ ۽ تن سان گڏ مونسان
بہ اوهان جو چاهہ ساڳيو رهندو. استاد بخاريءَ چيو هو تہ:

هونءَ تہ متيءَ جي چپٽي آهيان،
جيئي سنڌ تہ سيڪي آهيان،
سانگين سان گڏ سالگرهہ مان،
وچڙي ويس تہ ورسي آهيان.

هن ڪتاب سهيڙڻ ۾ منهنجي وڏ ۾ وڏ مدد ڪندڙ پنهنجي
بيماريءَ جي حالت ۾ بہ منهنجون ڪچيون ڦڪيون لڪٽيون اُتاري فيئر
ڪري مهل سر ڏيڻ ۾ غلفت نہ ڪندڙ فقير محمد وفائيءَ ۽ پنهنجي پياري
شاعر دوست محترم رکيل مورائيءَ جو نهايت ٿورائتو آهيان جنهن پڻ سڏ
۾ سڏ ڏئي هن ڪتاب کي اوهان جي هٿن تائين پهچائڻ ۾ منهنجو پرپور
سات ڏنو.

توهان جو
ع.غ. تبسم
ڪراچي


خليل جبران پبليڪيشنز
Khalil Jibran Publications
112/2, 8th lane phase VII
Off Khayaban-e-Rahat
D.H.A Karachi, Sindh
Pakistan

# نظم
# گيت
# ۽
# غزل

تنهنجي پايل جي ٻڙاڏن مان پڳه ڪنوٽين ڪنبا،
ميگهه واسيا وار تنهنجا سيگهه ۾ سارنگ ٻنو

موسيقي، موسم ۽ ”تبسم“ تئي نشي ۾ چُور ها!
رقص جي رنگين وراڪن رات کي ويتر رنگيو.

چوڏهينءَ رات چَڪورُ اُڏاميو آڪاش ڏي،
چاڙِهي ”تَبسُمَ“ چنڊ کي ڳَڪِرين چِڪَ چَوڳور،
چانڊوڪين جو چور، وِڻين سان وڙهندو رهيو.



او آقا! تنهنجي ڪرشمي سازي، سويرو سج مان ڦٽي رهيو آ.
او لوڪو! اُپ ڏي نظر تہ ڦيريو شعاع نند مان اُٿي رهيو آ.

اونداهہ وادين جي دلدلن مان سنموري شب جو سفر لتاڙيون،
پهاڙ ٽڪريون، جهُڙاليون ڪڪريون اُڪاريون سُورج وري رهيو آ.

ندين جا گهونگهَٽَ ڪنيون نظارا حسين رخن ڪي متيون ڏين ٿا،
۽ منظرن ڪي ڳراٽيون پائڻ ڪو آسمان ڪان اچي رهيو آ.

مَنهن، چِنَنِ، چوُدگِن يا چوُنرن، ٽڙن تي تِڙڪي جو پهريون پاڇو
ننگر، اُتر، لاڙ ڪاڇي وارو، ذرو ذرو واسجي رهيو آ.

واهيري جي وَر چڙيون پکيئڙا نہ چاٽان ڪنهن پَرِ اُڏار ڪن ٿا،
تنهنجي ❶آذر تي چڙيون پَکَن کي وگر ❷اُتاهون وجي رهيو آ.

پاتال جي پنگهتن تي ڪنگڻن ۽ پايلن جو ٻرن صدائون،
چنن چنن چن وجن ٿيون واديون، وراٽيون سُرتال ڏئي رهيو آ.

گلابي، ناسي، نيرن رنگن سان نفيس غنچن جون سبز ٻاريون،
ڪلين جو جوين ڪيارين مان، ليئاڪيون لامون لُڏي رهيو آ.

وِشال ساگَرَ ۽ آبشارن جي تيز لهرن تي روپا ڪرڻا،
شفاف جهرڻن جي وهڪرن جو ❸ربَابُ "تبسُمَ" وڄي رهيو آ.

❶سهارو ❷مٿانهون ❸ساز جو قسم



# نيون ڪربلائون

ڪيسوڦل جي ڏگهين قطارن جي شايد،
هيلوڪين بهارن جي ٻارين تي شايد،
حسين پوپٽن جون اُڏارون نہ ٿينديون،
چنبيلن تي ٻيهر سي شامون نہ اينديون.
نہ ڪي آڳرن ۾ ڪي رابيل ڪڙندا،
نہ ڪيارين، ڪونڊين ۾ رَتن، جُوتِ ڦٽندي،
نہ بصري ۽ بغداد جي سرحدن ڪي،
نہ ڪوڪنهن اَبهم ٻار جي ○هونگڙين ڪي،
صبوح جا سويرا پيليڪار چوندا،
ربابن تي رقص ۽ رُباعيون نہ چڙنديون،
نہ صحرا جي خيمن ۾ لڳندا جهميلا،
نہ ڪونجون سنجهائن جو ورنديون وڻن ڏي،
نہ اوچين ڪجين ڪان ستارا تڪيندا،
نہ ونين ڪي پچنديون وصل جون نويدون،
نہ واريءَ ڪي چمندا ڪتين جا سنيها.
چوجوهيل ٻيهر ڪنهن ماريءَ جي مُکَ تي،
انساني آزاديءَ جي بنيادي حق تي،
بمن، بارودن واري موسم وري آ،

❶ ننڍڙي ٻار جا آواز

ڪروڙن ۾ اسڪڊ ميزائلن جي ڄَرَ سان،
وري ڪا زمين ٽامڻي ٿي ٻري آ.
وري ڪالهه وانگي صفا مروه وچ،
حياتيون جياپو تلاش ڏڪن ٿيون.
وري بيوسيون ڪي، ڪرشما ٿيون چاهن،
نيون بي حسيون ڪربلائون گهرن ٿيون.
او آقا جهانن کي الفت ڪپي ٿي،
امن آشتيءَ جي بشارت ڪپي ٿي.
خليجي بازارن ۾ قتلامَ آهن،
ڪيڏا ❶ڪارِزارن ۾ ڳُهرام آهن.
لهوءَ ليٽرِيل لاش ٽينڪن ۾ چٽجي،
ضميرن کي نوڪي لپاٽون هڻن ٿا،
وڏي واڪ دنيا تي ٺُوڪي چون ٿا.
ڪيسوڦل جي ڏگهين قطارن تي شايد،
هيلوڪين بهارن جي ٻارين تي شايد،
حسين پوپٽن جون اُڏارون نه ٿينديون،
چنبيلين تي پيهر ڪي شامون نه اينديون.

❶ جنگ جو ميدان
(عراق ۾ اتحادين آمريڪا، برطانيه،اسپين، ۽ آسٽريليا جي جنگ جي پس منظر ۾ 2. اپريل 2003 تي لکيل نظم)



# ڌرتي، سرتي

او ڌرتي! مان تنهنجي رَخَتِ ڏيندي ڏيندي،
رهندو تنهنجو قرضي مان ٿيندو وڃان ٿو.

منهنجي جسم واري مٽيءَ جي حصي کي،
تنهنجا ٿورا، جو ڪُن ۾ فَيَڪُونَ ويلي،
پنهنجا وارثي ڏئي تو پنهنجو بڻايو
نہ ڇاٽان نہ ڇاٽان تو ڪيڏن جُڳن کان،
منهنجو خاڪي ڇاٽو تهن ۾ لڪايو
منهنجي ذات ۾ ذات جو تاجي پيتو
اَلولين، اُداسين ۾ لوچن جو ڪيتو
ڇتين چاندوڪين، باک، بلبن جون جوتون،
حياتيءَ جي ◯ حسناڪين واريون سوچون،
وڇوڙي جا نوحا وصل جا جمالا،
غلاميءَ، غريبيءَ جا پتڪا، پاجارا،
تاسارن ڇپن ڪاڻ، سنڌوءَ جي ڏارا،
بکئي پيٽ لئہ سنگ، ڪٽڪن جا پارا.

◯ خوبصورتين

منهنجي ياڳي وارا بچائي رکيا ها.
صدين کان تو مون لئه سنڀاري رکيا ها.
”تبسم“ جي مٽيءَ پنوڙي تي ڌرتي،
سندس جسم جي هر ذري تي او ڌرتي،
مڃيان تو ته اڻ ڪٿ اڪيچار ٿورا.
مگر ٿُنهنجو تنهن کان اُتم ٿورو آ جو.
منهنجين ڌڙڪنن، دل جي هر دڪدڪي جو،
جياپي، جنون جي سڄي فلسفي جو،
سڄي نيڪ ناميءَ ۽ شهرت جو مرڪز
غزل، گيت، وائيءَ، هائيڪي جو محور.
سدا سبز گوشي جي سهڻيءَ گهٽيءَ تي،
تنهنجي پاڪ پوتَرتا واريءَ مٽيءَ تي،
او ڌرتي! جيڪا سونهن سرتي رهي ٿي،
سا سرتي ته منهنجي سڄي شاعريءَ ۾،
سندرتا جون سهسين رنگينيون پري ٿي،
وجن جان وراڪن ۾ گونجون گجي ٿي،
پري کان پُڄي پاس گم ٿي وڃي ٿي،
صبوح شام سوچن ۾ لهرون لڙهي ٿي،
شفق ۾ لهي چاندنين ۾ ڪِڙي ٿي،
وڙهي ٿي رُسي ٿي، رُسي روئي پئي ٿي،
وڏي ڳالهه منهنجين ڳراتين وجهڻ تي،

وري ساڳيو مونساڻ پرچي پوي ٿي،
سِٽن ۾ سيپتا جون سُرڪيون پري ٿي.
تنهنجين سانورين سانجهين ۾ او ڌرتي،
مِنين منچَلين موسمن ۾ او ڌرتي،
هُڳائن سان پنهنجي حسين بُتَ کي مهٽي،
سڳنڌن سان وهنجي سُرهاٽيون سجائي،
سنڌوءَ پر تي گهاٽا ڏگها وار ڇوڙيون،
گُجر، ❶هُرمچي تي نوان ويس پهريون،
ڪڪوريل انگن کي اُجاريون، هلي ٿي،
چُنيءَ کي ڏندن ۾ چڪي جو تڪي ٿي،
پٽيهر پيرن ۾ جو پايل ٻڌي ٿي،
۽ توتي جڏهن ڊيل وانگر تلي ٿي.
تڏهن منهنجي اندر جي پاتال ۾ تون،
او ڌرتي! ويتر پختيون پاڙون هٽين ٿي،
تون ادراڪ ۽ احترامن جون زياده،
اجان زور سان مون ۾ ميخون جَڙين ٿي،
تنهن بعد ئي تصوف جا ورد ۽ وظيفا،
مٽيءَ سان ماٽهوءَ جي سنبنڌ جا سرشتا،
چمين، چاه، چُسڪين ڳراتين جا ڪشتا.

❶ اوائلي پرت جو نمونو

نباتن، پتاشن، ڳنڍيرين جا ڳُتڪا،
انوکين ادائن، اشارن جا چُتڪا،
۽ منهنجي مني سنڌ تون تي پوين ٿي،
جيڏل تيئن تون جند ساڻ جڙجي پوين ٿي.
تون ايڏا جو اُتساهه آڇيون اچين ٿي،
پساهن سان گڏ پيار پاٻوهه ڏين ٿي،
تڏهن مان تہ پنهنجي سڄي شاعريءَ ۾،
پنهنجي آپ بيتيءَ واريءَ ڊائريءَ ۾،
ڳائيندو وڄائيندو لکندو وتان ٿو
۽ ڌرتي مان تنهنجي رَخَتِ ڏيندي ڏيندي،
رهندو تنهنجو قرضي مان ٿيندو وڃان ٿو.



# دنيا جو نوحو

همسفر هل تہ هلي چنڊ جون قارون ٿا ڪيون،
ڪي ڳيا نان، تہ ڪي گهر جون ديوارون ٿا ڪيون.

آس جي تاس ۾ جنمن کان اُجايل ماٺهو
روز دردن جا بيابانَ لتاڙيندو رهيو
ڪيترا چنڊ ❶اُلهيا، ڪيترا سورج اُڀريا،
وقت، ڪتين ۽ ستارن کي ڏڪائيندو رهيو،
ڪيتريون موسمون بدليون، ڪيڏيون تهذيبون مَٽيون،
درد پوءِ بہ نہ گهٽيو پوءِ بہ اُداسيون نہ کُٽيون،
روم، يونان، مصر، قيصر و ڪسريٰ جا محل،
ڪوه قافن جون پريون، ديوَ خزانا دفنيل،
تاج، تختن ۽ طلسمن جون فريبي ڳالهيون،
ريشمي ويس، اُچا طعام، پوشاڪيل ٿالهيون،
ڪا، لتي ليڙ، ننگي انگ کي اوڍي نہ سگهيون،
ڪنهن بکئي پيٽ کي ويلي تي ڳيوڙئي نہ سگهيون،
تون ۽ مان تن جون چوجانان پو پچارون ٿا ڪيون،
همسفر هل تہ هلي چنڊ جون قارون ٿا ڪيون.

❶ لهي ويا، غروب ٿي ويا

مفلسين وارو سڄو سارو سرابن جو سفر،

غربتون جن کي نہ فاقن نہ بيمارين جو ثمر،

ڪو جياپي جو حسن، آس نہ اُتساهہ سُجهي،

ڪمترين ۾ يا غلامين ۾ عمر ڪٽبي رهي،

نامرادين جو تسلسل نہ ڪوئي زور ٽٽي،

بيوسيون پَهڻَ بدنَ ميڻ جان پگهرائي وڃهن،

جن جوانين کي اُداسيون صفا چيڙائي ڇڏن،

ڪاوڙين ۾ سي پنهنجا ڳاٽ رَسُين تي چاڙهن،

سرد لاشن کي چمي، مائرون موڙون جو ٻڌن،

اهڙن المين ۾ ڪچا ذهن ڪلاٽيون کائن،

غم جي اوٽر ۾ نہ منصف نہ مسيحا کي مڃن،

باغي ويساهہ چَونِ ڪنهن کي ڪوڪارون تا ڪيون،

همسفر هل تہ هلي چنڊ جون قارن تا ڪيون.

دَردَ دولاب، دُکن بعضي دلاسن جون پَرِڇون،
موسمن، ميل ميلاپن ۽ مُرادن جون خوشيون.
مست جوڀن جا اکين منجهه سجيل تاج محل،
دلبريون، دوستيون، ديوانگيون، شادين جا شغل،
اوچتو درد جي قيمتي ۾ وچڙجي تا پون،
عشق، اِدراڪ ۽ غَمَ پيٽ جا گڏجي تا پون،
عارضي ڪيف تڏهن طيش ۾ سگريٽ پري،
موت مادن ڪي سِرنجن يا پائيپن ۾ جهلي،
بند ڪمري جي ويرانين جا حصا ٿي تا پون،
پنهنجن جگرن جون دَوائون نہ دُعائون ماڻن،
رخصتين واريون رُباعيون نہ وداعيون ماڻن،
اهڙن دردن جون اسان دل ۾ مزارون تا ڪيون،
همسفر هل تہ هلي چنڊ جو قارون تا ڪيون.

هي سياست جا سرشتا منافقن جا گروهہ،
خانَ، سُلطان، رئيسن ۽ نوابن جا انبوهہ،
پنهنجين عزتن کي اُتاهان، اُچا خطاب ڏئي،
پنهنجي نطفن کي اعليٰ نسل جا القاب ڏئي،
باگڙين، ڪولهين جوڳين ۽ جماندارن کي،
ڪڙمي، ڪمدار، آڏن نوڪرن ۽ راڄن کي،
قسمتن بدلجڻ جون ڪوڙيون آٿتون ڏيئي،
شُودرن واريون فيصلن ۾ تهمتون ڏيئي،
ڪن حوازادين جا انگ اُگهاڙيندا رهيا،
هي ڪُتا، ڪا نہ ڪا ❶مختياران اُگهاڙيندا رهيا،
ڪن جي مجبورين کي مفلسين جي آرِين ۾،
بک جي ڪارائين دردن جي مُڏن ڪرتن ۾،
ڇيري ڦاڙي وڍي ٽڪرن ۾ ڪپي پور ڪري،
هڙ جياپي جا وسيلا بنہ ڪمزور ڪري،
ڪانئن ورڪر يا نعريباز جي ونگار ونن،
اُچي منصب تي پڄي آسرن جا عرصا ڏئي،
سندن عمريون پنهنجي اڳ پوءِ ۾ خرچيندا وتن،
اهڙي مَڪارَ ❷منّش تي مَلامتُون ٿا ڪيون،
همسفر هلي تہ هلي چنڊ جون ٿارون ٿا ڪيون،

---

❶ پنجاب جي ڳوٺ جو قصو جنهن ۾ ڳوٺ جي وڏيري نجي فيصلو ڪري مختياران بيبيءَ سان زنا ڪرڻ جو............ ماڻهن کي حق ڏنو ۽ پاڻ بہ سرعام عزت لٽي، مختياران جي ڀاءُ جو ڏوهہ اهو هيو جو هو وڏيري چواڻيءَ تہ شودر ۽ ڪم ذات هيو ۽ سندس ڀيڻ سان عشق ڪندو هو.

❷ ماڻهو

ڪنهن بہ سُقراط، يتائيءَ نہ ڪو برٽينڊرسل،
ٽالسٽاءِ، مارڪس نہ لينن نہ ونسٽن چرچل،
ڪنهن بہ رجنيش، مهاوير، گروءَ، گوتم ڪان،
۽ نہ ارتقا جي محرڪ عظيم آدم ڪان،
آڊيسين، مثنوين، چچ نامي شاهنامن ڪان،
آسمانن جي مقدس الهامي نياپن ڪان،
پنڊتن، پانڪن، لوڪن نہ راج ڏانين ڪان،
نظرين ۽ نہ ڪو مذهب جي فلاسافين ڪان،
مسجدن، مندرن، چرچن جي چؤديوارن ۾،
سنت، صوفين نہ سنياسن جي آستانن ۾،
ڪنهن بہ ❶آشرم ۾ هي ڪم ذات مطمئن نہ رهيو
نفس بي نفس پنهنجي سوچ ۾ بي چين رهيو
ڪن پڇاڻن لئہ پاتالن ۾ پڪارون تا ڪيون،
همسفر هل تہ هلي چنڊ جون ڦارون تا ڪيون،

❶ مذهبي عبادت جي جاءِ

مذهبن، فرقہ بندين، نسل پرستين جا عمل،
ڏوهہ ڏهڪاءَ، جي دنيا ۾ آنيائن جا شغل،
مڪتبن، مدرسن، واعظن جي بارگاهن ۾،
رهبرن، مرشدن، راهبن جي خانقاهن ۾،
عدل جي ڪٽهڙي، ڪورٽن ۽ ڪُل ني ٿاڻن ۾،
مجلسن، ادبي نشستن، پرين بازارن ۾،
جرم، جنسيات ۽ طبقاتي موضوعن ڪانسواءِ،
ڪي بہ اخلاق نہ ادراڪ جا افڪار رهيا،
گفتگوئن جا سليقا نہ ئي معيار رهيا،
ايشور، الله ۽ پريوءَ جي پريچائن ڪي،
عيدگاهن يا نمازن جي هڙني خطبن ڪي،
مطلبي مقصدن سان مادي ترجمانيون ڪري،
شرح، تفسير، حديثن جون پنيرايون ڏئي،
اُولاًامرن جي حوالن سان منحرف ڪوني،
فاسقن، آمرن، فسطائين جي ٽولي هٿان،
مور ماڻهن ڪي هو مذڪور مِتائيندا رهيا،
تيل ڪٽچين يا ڪہ گهاڻن ۾ پيڙائيندا رهيا،
ڪوڙ سقطراط ۽ منصور مارائيندا رهيا،
اهڙن عملن جون اسان دل سان ڏڪارون ٿا ڪيون،
همسفر هل تہ هلي چنڊ جون ڦارون ٿا ڪيون،

ڪيترين عشق ڪهاڻيون ڪتابي ورقن تي،
ڪي رقم ٿيون تہ ڪي راوين وٽان رهجي بہ ويون.
وارتائون، جي اِدارن نہ رسالن ۾ ڇپيون،
دوستيون جن کي ڪي پوريون نہ پذيرايون مليون،
موقعي مهلن جا ڏگها عرصا انتظار ڪندي،
سنگسارين ۽ سزائن جي وَرِ چڙهي بہ ويون.
خنجرن، تيز ڦرن، گولين تيزابن سان،
ڪيترا اُجرا جسم ڪارا ڪري ماريا ويا،
لاش جن جا نہ تڏا ۽ نہ عذر خواهيون ڪجن،
فاتحائن نہ ڪو ڪفنن جون پريشانيون ڪڍن،
ڪيڏارن، مرثين، آهن نہ ڪو ❶اوسارن ۾،
وصل، ❷ورچڻ نہ وڇوڙن جي ڪن ترانن ۾،
آڊيو يا لانگ-پلي اوپيرا نہ ٿيٽر ۾،
عالمي حقن جي خبرن نہ پڌرنامن ۾،
ڪوڙ الميہ جو نہ چرچو نہ ڪو پڙلاءُ رهيو،
جن وفائن جو ڪنهين جاءِ نہ ورجاءُ رهيو،
تن سچائين جون سچي عمر سنيارون تا ڪيون،
همسفر هل تہ هلي چنڊ جون ڦارون تا ڪيون،

❶ روئڻ ۾ پار ڪڍڻ ❷ ڪَڪِ ٿيڻ، خفي ٿيڻ

هاربي واري حياتيءَ جي المناڪ ڪٿا،
بدنصيبين ۽ ٻُڪن وارا ڪربناڪ قصا،
هڪ پنهنجي ڪيت ٻيو حالات کي سانَهر ڏيندي،
عمر سنوتن جي سودائن ۾ گذاريندو رهي،
سُک جو ڳولائو اُميدن جي ڏکهين پارين ۾،
خودفريبين جا زمينن ۾ ٻيجارا پوکي،
پوه پارن ۾ آوانذن کي واهوندي جو اُٿي،
گنڍَ ڏيندو تہ ڪڏهن ڳنڍَ ورائيندو وتي،
پيهي تي ليٽندي گرمين جي رجيل راتين ۾،
باڪَ جا شعاع بعضي پنهنجا پڪل ڪيت ڏسي،
جهار هڪليندي پريان ايندي جي آهٽ کي ٻڌي،
تِڪَ ٻڌي تمڪندڙ تارن جي قطارن کي ڳڻي،
ڏيءَ جي ڏاجي تہ ڪڏهن ليپي جي لاڳت جوڙي،
ول کي وائريندي ڏکهيون آسون اُڏاريندو رهي.
ديري جي واهتن ڪٽتن جا انتظار ڪتي،
نيٺ بتئيءَ ۾ اڳئينءَ رهت جا وياج ڏئي،
هيلوڪي ياڙ ۽ ٻج واري رخت ساڙ ڪنيون،
خالي باچڪن ۾ سُڃائين کي وجهي روئي چوي،
سُڪين پهرن جو سڌون ياڙ اجايون ٿا ڪيون.
همسفر هل تہ هلي چنڊ جون ڦارون ٿا ڪيون،

ڪاپڙين، ڪوهه ڪشالن ۾ سنياسن جا سفر،
هنگلاجن جي لَڪن، پاهڻن، پنڌن جون پِٽون،
جوڳين جي ساز سرودن، ڏُتن، ڍاڳن جون،
❶ڪينرن، ❶ناد ❶نفيلن، ❶دفن، دمامن جون،
پالوا واريون پٽون، ساڏوهين جون ساروٽيون،
جوڳ، ويراڳ، وڇوڙي، وطن جا اوسارا،
بروي، رپ، رامڪليءَ، يمن آسا، راڻي جا،
سسئيءَ، سهڻيءَ، سورٺ، ليلا، سُر حسينيءَ جا،
ڪاپائتي، ڪيڏاري، ڪاموڏ، ڪارايل جا قصا،
ڪربلا جهيڙيندي آلِ رسول ﷺ جو قضيو
ميگهه ملهار، تتر، تاڙي، ابر آگم جون،
هِيرَ، هُبڪارَ وَڳَرَ، ويسَ، سُڪَ سانباهن جون،
ماٽڪن، سمنڊ سيواڪن، ❷ڪاڻر جون خوشحاليون،
اوسيئڙن، بندرن، وڻجن ۾ واپارن جا ذڪر،
ساري عالم سميت، سنڌ سڪاريءَ جا فڪر،
پٽ ڏٺي تنهنجي ڪاهوڙين جون ڪيڪارون ٿا ڪيون.
همسفر هل ته هلي چنڊ جون قارون ٿا ڪيون.

❶ سازن جا قسم ❷ ترجو حصو

هي سيه فام نسل وارا متيءَ جا پُتلا،
منديلا، مارٽن لوٿر، يا غزنوين جا اياز،
دل ۾ بي-لوث وفادارين جا ڪوڙ ڪنيون،
نسل در نسل غلامين وارا پنجوڙ ڪنيون،
حڪمرانن جي ڳُڌن سياه ڪارنامن کي،
بادشاهت جي غرورن ۾ ڪيل گناهن کي،
جانشينن جا جرم، شوق شاهزادين جا،
شاهي محلن جي ڪنيزن يا حرم خانن جا،
نيرين روشنائين بعضي بلوط پاڇن جا،
ڪي سچا عشق تہ ڪي داستان عياشين جا،
پنهنجن سينن ۾ ڪنيون پنهنجي زبانن کي سبيون،
ڪنهن بہ مؤرخ نہ فاتح جي ڏيڏهن ڪان ڏنا،
مسعود محمود، قصوريءَ جهڙا باڪو نہ بڻيا.
حبشين جهڙيون اسان ڪاٿي سچائيون ٿا ڪريون،
همسفر هل تہ هلي چنڊ جون ڦارون ٿا ڪيون،

❶ + ❷ ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي ڪيس جو اهم شاهد ۽ ساڳئي ئي ڪيس جو مکيہ سرڪاري وڪيل

بعضي اونداهہ بعضي ضوفشان اُجالن مان،
احتسابن جي زوالن ڪڏهن عروجن مان،
فاتحن، جابرن تاريخي ٥قزاقن جي هٿان،
ڪڏهن شڪست ڪڏهن جيت ڏياريندي رهي،
جيئري دفنايون، ڪنهن کي ماريون جياريندي رهي،
هيءَ مٽي ڇا ڇا عجب رنگ ڏيکاريندي رهي،
زلزلن، آتشي جبلن جي زهري مادن سان،
سيلابي وهڪرن، دريا جي رُخ مٽائڻ سان،
روز تهذيبون جوڙي روز مٽائيندي رهي،
وقت جي لاهين چاڙهين مان اُڪاريندي رهي،
هي مٽي ڇا ڇا عجب رنگ ڏيکاريندي رهي،
برپٽن، باغيچن گهاٽين ڇدين آبادين جا،
نرم، مضبوطُ ڪُره ارض جي وجودن جا،
ڪِولين، هاٽين، پٽڻ، وٽن، پهاڙن جا،
ڪڏهن اُڪوڙيون ڪڏهن پير ڪپائيندي رهي،

٥ قزاق

پيت چاون کي جنم ڏيندي اُجاڙيندي رهي،
پنهنجي وارثن کان کئي امتحان وٺندي رهي،
هيءَ مٽي رنگ ڪڏهن ڍنگ ڏيکاريندي رهي،
ڪي دڙا ورثا ڪري قومي تحفظ ۾ ڏيون،
ميوزمن وارا خفا نسل جي ذمي سونپيون،
بانورجي استوپا جي آس پاس ليٽي رهي،
ڪيس چا پٿر تہ ورثن کي سنڀاليندي اسين،
هن عجوبن جي افاديت کي ڏڪاريندي اسين،
سندس صدين جا يادگار پوري خاڪ ڪري،
سمگلرن سان نواردات جا واپار ڪري،
سوداگرين جي هوس ۾ وفائون عاق ڪري،
قومي ڪردار جون پئسن جي لالچن ۾ اچي،
مجرمن وانگي اسين روز لتاڙون ٿا ڪيون.
همسفر هل تہ هلي چنڊ جون ڦارن ٿا ڪيون.

گونگي پولار جي سيني ۾ صدين جون چيخون،
آتتن وارا ڪفن پايون دفن ٿيندين رهيون،
رومين، تاتارين، چنگيزي جشن گاهن جا،
نازين، توڙي فرنگين جي قيدي ڪيمپن جا،
خوني شينهن جي ڳياڙين مِرُن جي پيٽن مان،
ڳاڙهين آنڌين، ڪاري پاٽيءَ جي انڌين وادين مان،
روز مجبور غلامن جا گذر ٿيندا رهيا،
بي گناهن جون لهوءَ منجهه لوواڙيل ہوتيون،
بنديخانن جي ديوارن تي ريگاڙيل ہوتيون،
سرخ ماسن جا ٽُڪر قاتلن جا داغ ڪنيون،
ڦرڪندڙ عضوا سفاڪيت وارا سُراغ ڪنيون،
❶''وانحن اقرب'' واعدن جي انتظاريءَ ۾،
قالو بلي واري قولن جي پاسداريءَ ۾،
پنهجي ''تذليل'' جا اسباب پچائيندا رهيا،
روئي خالقَ کي چَوَنِ ڪهڙيون خطائون ٿا ڪيون!؟
همسفر هل تہ هلي چنڊ جون ڦارون ٿا ڪيون،

❶ قرآن شريف جي آيت جنهن ۾ پروردگار
جو ساهہ ڪان ويجهو هئڻ جو ذڪر آهي.

اولمپڪ، آسڪرَ،تفريح واريون تقريبون،
سونهن سرسين جا جهميلا حسين نارين جا جسم.
عيد، ميڙن يا دسهڙن جا ڌُهل دمباها،
موسمن بدلجڻ، ڪِنِ صحتيابين جون خوشيون،
راڪين جي ٻَڌڻ يا سفرن جي اُسهڻ جا ضامن،
هولين جون رونقون، رنگن جون ڌنڪ ڌارائون،
ڏوڪلي راند، ڏِڏڻ، ڏياتين، ڏيارين جا جشن،
شادين، طوهرن جون ٻُڪيون، جهمريون ڇيچ شرنايون،
جنم موقعن يا عقيقن جون عجب آسيسون،
ويلنتائين ڏهاڙن جا وچن ورجاڻيون،
سرڪسن، ڪارنيوالن ۽ چوڏيلن جا مزا،
سال جي آخري سورج جي الوداعي رسم،
يارين باشين جي گشن، ٻاڙ ڀُشن جا ميلا.
چنڊ راتين جون چوياريون ۽ دوستين جا نشا،
او ويَل ويل! تنهنجيون روز تنوارون تا ڪيون.
همسفر هل تہ هلي چنڊ جو ڦارون تا ڪيون.
ڪي ڳيا نان تہ ڪي گهر جون ديوارون تا ڪيون!

# سفیرانِ حرم

اب کے تم ہم سے بچھڑ کر جو چلے جاؤ گے۔
اے سفیرانِ حرم یاد بہت آؤ گے۔
کن اذیتوں سے گذر کر ہم یہ تقریبِ وداع،
آپ لوگوں سے بچھڑنے کی سجا پائے ہیں،
کیسے بتلائیں کہ ہم کتنے عذر لے دے کر،
اپنے اس ضبط کو بہلا کے ادھر لائے ہیں،
ہاں مگر دردِ گراں جب بھی تلملایا تو،
اے سفیرانِ حرم یاد بہت آؤ گے۔

پوہ کا چاند جہازوں کے نڈر جسموں پر،
اب کے بھی ویسا ہی کچھ ہوش ربا اتریگا،
گیلریوں میں کھڑے لوگوں کی سسکیوں کا سمان،
چاند کو اب کے بھی گرہن سی لگا جائیگا،
اُن بلکتی ہوئی آنکھوں کی الوداع میں،
اے سفیرانِ حرم یاد بہت آؤ گے۔

تم کو اندوہِ وفا کوئی جلا دے کہ نہ دے،
آبلہ پا سی منزل کا پتہ دے کہ نہ دے،
یہ مگر طے ہے کہ اس صحرا نوردی میں تجھے،
تیرے اربابِ وفا تیرے رفیقوں کے ہجوم،
یاس کی طشت لئے دشت اتر بولیں گے۔
اے سفیرانِ حرم یاد بہت آؤ گے۔

اب کے تم ہم سے بچھڑ کر جو چلے جاؤ گے۔
اے سفیرانِ حرم یاد بہت آؤ گے۔

جن دریچوں پہ ستاروں کو جلایا تم نے،
کُہر کے دھندلکوں میں چاند دکھایا تم نے،
تیری یادوں کی نگارش تیرے باتوں کا فسوں،
اس پری خانے میں تعظیمِ محبت کے شگوں،
تیرا ہم نام لئے پھر بھی منائیں گے مگر،
اے سفیرانِ حرم یاد بہت آؤ گے۔

ہم ابھی فرطِ رفاقت سے حزیں بھی نہ ہوئے،
کہ مہ و سال سے، لمحوں کی نزع آ پہنچی،
گومگو میں ہی کھڑے تھے کہ اپنے اہلِ سفر،
حیرت و یاس کی پرچھائیوں میں چھوڑ چلے،
ہم جو مبہوت کھڑے رفتگان کو کہتے رہے،
اے سفیرانِ حرم یاد بہت آؤ گے۔

اپنے پی آئی اے کے کچھ دوستوں کی الوداعی تقریب
کے موقع پر پڑھے گئے کچھ اشعار۔

# بھٹکتی نیک روح

شب گذر جائے گی آؤ گے تو کیا پاؤ گے۔
بام و بالیں پہ تب تک نہ چراغاں ہونگے۔
نہ کسی آس کے تارے نہ قہقہے ہونگے۔
نہ کہنہ شہر کی گلیوں میں زندگی ہوگی۔
بدنصیب آنگنوں کا بے در و دیوار وطن،
جس میں کچھ باقی اقربا عزیز لاشوں کے،
ہاتھوں پاؤں کو سمیٹے سسک رہے ہونگے،
یا کسی ملبے تلے آخری سی سانس لئے،
کتنی معصوم تتلیاں تنوں سے لپٹی ہوئیں،
B-52 کے بارودوں جنگی جہازوں کی،
گھن گرج میں ہی گھٹی چیخیں مرگئی ہونگی،
اینٹ سے اینٹ بجادی گئی فصیلوں پر،
زرد، ویران جلے دشت اور پہاڑوں پر،
ہیمنت کے چاند کے معدوم منقسم سائے،
لہولہاں سی گلیوں میں اُبلتی دھوپیں،

اور یہ پتھرائی ہوئی آنکھیں، ہوائیں، موسم،
جنکے سرہانے میں نے عمر بتادی جانان۔
کتنے جنموں سے تیرے لمس کے تانے بُن کر،
عشق، ادراک، وفا، فہم کے فریضے لئے،
پارساؤں کے دہرم شالوں، خانقاہوں سے،
شہنشاہوں کے حرم خانوں عیش گاہوں سے،
توہم پرست تنزل نژاد قوموں سے،
ننگی روحوں کے نوالوں سے تن چھپاتی رہی،
ان گنت صدیوں سے اب تک کے یگداروں میں،
تیری سانسوں کی مہک تیری ودیہ میں کھوئی،
تیری رودالی تیری آرزو میں پھرتی رہی،
تیری سرگوشیوں کی سرسراہٹیں سن کر،
تیرے واعدے پہ اپنی کوکھ کو بچاتی رہی،
کیونکہ اک بار تم نے نینوا کی وادی میں،
دجلہ و فرات کنارے بابل کی گلیوں میں،
یاد ہے تو نے کہا تھا کہ اے حوازادی
میں تیری کوکھ سے اک پارس جنم دونگا
جو نسل اونچ نیچ ذات پات رسموں کو،
آمروں، فاتحوں، فاشسٹوں اور فرعونوں کو،

خون کی ہولی مناتے ہوئے ملعونوں کو،
ہوس کی آگ میں گوندھے حقیر لوگوں کو،
ظلم کی آندھیوں اَنیاء کے بگولوں کو،
اپنی للکار سے اُٹھیگا لرزاں کردیگا،
اپنے پیشواؤں کی ساری صداقتیں لے کر،
خدائے ذوالجلال کی وسیع دنیا کو،
اس جلتے گولے کے آتش فشاں دہانے کو،
ہمارا سورما بیٹا سورگ کردیگا،
دہکتی دنیا کی آتش کو ماند کر دیگا،
یاد ہے تونے کہا تھا کہ اے حوازادی،
میں تیری کوکھ سے اک پارسا جنم دونگا۔
اور میں تیرے اُسی وعدہ حسنہ کو لئے،
ڈھلتے جوبن کی سسکتی ہوئی شبینوں میں
سارے ارمان دبائے اُنچے منڈیروں پر،
اندلس، روم، فلورنس کی ڈھلانوں پر،
قصرالحمرا، آگرہ، کبھی اہراموں پر،
ٹوٹی تلواروں، زرہ بند، چھلنی سینوں پر،
ہیروشما تو کبھی بصرہ کے مکینوں پر،
آگ بارود کے ڈھیروں شکستہ ٹینکوں پر،

کھیتوں، سڑکوں پہ سڑی سینکڑوں سی لاشوں پر،
سوکھی پیاسی سی وہ ہی کوکھ لئے پھرتی ہوں۔
دشت سے آتے ہوئے شہسوار لوگوں کو،
تیری شبیہ جیسوں ساروں ہی نرینوں کو،
کبھی دہلیز و دوارے پہ سر جھکائے ہوئے۔
نوواردوں کو بڑی حسرتوں سے تکتی ہوں،
کہ کب کو تو یا تیرا کوئی پیامبر پہنچے،
جو یہ بتائے کہ میں اپنی اس جوانی کو۔
تیری آنے کی اُمیدوں پہ کب تلک رکھوں،
تو بتادے کہ وہ کب پارسا جنم لے گا،
کب میری کوکھ وفاؤں کے تبرکات لئے،
اپنے اُس عہد ساز تخم کو جنم دے گی۔
جو ان جھلستی ہوئی وادیوں کی گلیوں کو،
ماؤں، بہنوں یا بیواؤں کے رِستے زخموں کو،
وہ مسیحا کی طرح مرہمیں لگائیگا،
ان گنت بوکھے بلکتے یتیم بچوں کے،
وہ آنسو پونچھیگا، کب ان کا مداوا ہوگا؟
میں نے مانا کہ تم عہد کی تجدید لئے،
میری اس والہانہ آس کی مدارت کو،

میری تسکین کو کبھی لوٹ کر تو آؤگے،
صرف اک ڈر ہے کہ تب تک نہ ایٹمی روحیں،
اپنے خونخوار شکم سیری کے ارادوں سے،
اس کُرۂِ ارض کو اپنا نہ نوالہ کردیں،
اور میرے ہمنشیں میں اپنی کفِ تاسف کو،
اس ہزیمت سے کسی آلا و پشیمانی تلک،
عین ممکن ہے کہ اک بار بھی لے جانہ سکوں۔
میں جلی دنیا کی اُس خاک کو چٹکی میں لئے،
تیری دہلیز تلک مانگ سجانے کو کبھی،
یا کہ مژگاں کا لہو رنگ دکھانے کو کبھی،
میرے محبوب تیری پاس کبھی آ نہ سکوں۔
ہاں مگر تم جو کبھی صدیوں کے دورانے میں،
بھولی بسری ہوئی یادوں کی گذر گاہوں سے،
پھر کسی دن میرے ملنے کو اگر آؤ گے،
شب گذر جائے گی آؤگے تو کیا پاؤ گے۔
بام و بالیں پہ تب تک نہ چراغاں ہونگے۔
نہ کسی آس کے تارے نہ قمقمے ہونگے۔
نہ کہنہ شہر کی گلیوں میں زندگی ہوگی۔



تو سان جوڙيل غمن ۽ خوشين جا پهَر،
توسان جنمن جا ناتا صدين جا سفر

منهنجي بيگاهه سجدن جو محور پيي تون،
دانهن، دعائن، سُڪائن جو مرڪز پيي تون،
منهنجي پهرينءَ ۽ پوئينءَ دُعا جا اَثر.

زيب، زينت، سڀيون سينڌ سرما پيي تون،
هار، ❶ڏُهريون سَريون، ويس، وبنديا پيي تون،
موڙ، ميندين، خوشين ديد جا ديدوَرَ.

منهنجي سُونين سَنجهائن جو سپنو پيي تون،
رڻ تتين ۾ پنل واءُ جهوتو پيي تون،
مون لئه آرهڙ جي سيڪن ۾ جُهڙ جا ڪڪر.

آس، ❷اِملاڪ، ❸اَڏِڪارُ آسيس پيي،
عرض، ادراڪُ، اُتساهُ ❹وسواس پيي،
❺آتما جي اُمنگن جا اُجرا سَحرَ.

چيچَ، شُوخيون، شُغل، شادمانا پيي تون،
ساڃَ، سِينگارَ، ڳُڻ، ڳيچ، ڳانا پيي تون،
ماڻ، مڳين سندا عاشقيءَ جا فَخُر.

توڪان وچڙي بران جُونِ وانگي جلان،
تنهنجي چاتيءَ لڳي نار تي آئون ٺران،
بعضي تبسُمُ لئه آڙاهُ بعضي ڇَپَرَ.

❶ زيور جو قسم ❷ ملڪيت ❸ حق ❹ اعتبار، يقين ❺ روح



چانڊوڪين ۾ اڪيلي چري ڇوڪري،
نيڻ ❶ڪجليا ڪيون چال چلندي وتي،
اوبِري پوپري، ❷ائنٽري ڇوڪري،
وار ڇوڙيون گهٽائن سان گهمندي وتي.

جاڳي واٽي الائي بي خبريءَ منجهان،
ڪهڪشائن جي پُل ۾ يا نازن وچان،
منهنجي پنبڻين مٿان پير رکندي وتي.

آتِڱلن سان اول، دل تي دستڪَ ڏئِي،
ڌڙڪنن ۾ ڪا جهٽ آهلڻ جو چئي،
دل جهروڪن ۾ جهاتيون پئي وجهندي وتي

ساهَہ سُرهاڻ ۾ موج موسُمَ ڪري،
خوشبوئن سان ڪئو ناچ "تبسُمُ" ڪري،
هِير هُبڪار جِي ❸هيجَ هلندي وتي.

❶ ڪَجَلُ لڳل ❷ ڪيچلي ❸ خوش جهُومَ

دليل ڏئي ڏُڪا هڻي.
پيئن ڪڻي پري پري،
وفا، وصال يار جي،
عمر جي پهرين پيار جي.
تي ڪين جو خلش اُتي،
تہ تي پوَنِ ذريون ذريون،
پيئان ٿو اج پريون پريون ...

زماني جون شِڪايتون،
هزارين غمَ حِڪايتون،
دُکن ۾ ڪَربَ جا قصا،
سين جي مختلف ڪَٿا.
نشن ۾ پڻڪندا وتن،
تِڙَنِ ڪِرنِ، ڪِري اُٿن،
مون واري پيگ ڪي جهلي،
چُڪو چُڪو سيئي وجهن،
هَوسَ ۾ تنهن ڪانپوءِ پي،
مان پنهنجو ڏار ٿو پريان،
پتو ئي ڪين ٿو پوي،
تہ چِتِ، يا مان پيو ٿِران،
پتين، ڪُندن جي آڌِ وٺي،
ٽابڙجي، ٽڙڪندي بچي،
ميخانو مس چڏيو اٿم.
وجان ٿو پنهنجو ڏَگُ وتيون،
پيئان ٿو اج پريون پريون ...



خُمارَ ۾ بڌل گهڙيون،
هزارين حسن جون پريون،
متل، رتل آ ميڪدو،
عجب سُرور ٿم چڙهيو،
ڪِران ٿو آئنجان ٿو مان،
وٺو، متان ڪِري پوان!
پيئان ٿو اج پريون پريون ...

قدم قدم تي مي ڪشي،
صراحين سان سرڪشي
رندن جون مست ٽوليون،
غُبارَ سيني ۾ ڪنيون،
ڪنهن آجپي جي آسَ ۾-
گِلاس ڪَنَن ڪَرڪيون،
سرشتي جي سڌارَ تي،
سماج جي بگاڙ تي،
بغاغا، هُلَ، بحث ڪري،



ڏيري ڏيري هل! او چنڊ تون ڏيري ڏيري هَلُ.
رات جي ريشمي رستن تي منهنجو ماضي آ وِڪريل.

جهولِن جيجل ماءُ جون جهوليون،
چلڪن بوليءَ واريون چوليون،
لولِين جوهر لفظ اجان پيي، چاتيءَ تي چاپيل.

پيارَ وفا جا پهريان زمانا.
بانهون ويهاڻا، وار وچاڻا،
مرڪون، ميلا، رنجَ، رُسامان،سپ ڪجهه ٿَم سانيل.

جوين وارا پور پون ٿا،
نيسارا تي نير تمن ٿا،
ڇهنڊيون، چپٽيون، سينڌون، گانا، شودن وارو شغل.

وقت جَهروڪن مان جهلِڪي ٿو
اج سارو اندر اُٿلي ٿو.
"تبسمُ" جي عڪسن کي اُپي تان، اج تہ نہ ڪر اوَجهل.



عشق اهڙو ڪو اوڪو ٿيندو آ.
ڏونگرَ ڪان پي ڏکيو هوندو آ.
مان نہ پئي جاتو.
بيني برن ۾ وليون ويڙهن،
واري، وچون، واسينگ وڪوڙن،
انتظارن ۾ پٿر ٿبو آ.
مان نہ پئي جاتو.
ڪاجُ خوشيون، سُکَ سپ وچڙن ٿا،
مُرڪون، مزا، موقعا وسرن ٿا،
اهڙين جدائين تي رتُ روئبو آ
مان نہ پئي جاتو.
آس جي ”تبسُمَ“ اوڙاهن ۾،
سوداءَ جي اُونهن سمونڊن ۾،
ماسُ چَمَ تان سچو روڙبو آ.
مان نہ پئي جاتو.



ڪڏهن منهنجي گهر ۾ اچي ڏس تہ اڪيون،
تنهنجن اهتمامن ۾ ڪيئن پيهجن ٿيون،
اُميدون عمر جي ڪنارن تي ٻيهي،
ڏِگهن انتظارن ۾ ڪيئن پيهجن ٿيون.

اچي ڏس تہ منهنجون ڪل ئي ڪائناتون،
وڏي تنهنجي قدمن کي ڪيئن سجدا ڪن ٿيون،
۽ قدمن تہ چا تنهنجيءَ وک وک جي دز کي،
چمي آجيائن ۾ ڪيئن پيهجن ٿيون.

۽ واقعي اوسيئڙن جي هن موسمن ۾،
او جانان جي سچ پچ اچي ٿو پئين تون،
اهو سوچيندي سپ عمر جون نہ ڄاڻان،
خوشيون سيسراتين ۾ ڪيئن پيهجن ٿيون.

”تبسُمَ“ جي توريءَ، اُداسين جي دنيا،
وڇوڙن، ويسُورن سودائن جي دنيا،
تون پهچين تہ پوءِ ڏس اُمنگون بدلجي،
جمالن ۽ جهمرين ۾ ڪيئن پيهجن ٿيون.



سِڪَ سوز فراق جي سُورنِ ۾،
توکان وڇڙڻ جي وِسُورنِ ۾،
مَنَا عيد جي شغلن، ميلن ۾،
منهنجو آڳ تي ماتم جاري آ.

لوڪ کان پنهنجي لوچَ لڪايان،
منهن تي زوريءَ مُرڪ سجايان،
لُونءَ لُونءَ پنهنجي لاتِ ٻڌائي،
شهرت اُچلي چيريون پايان،

سُورَ وڇوڙا صدما ڳائي،
ناچو ٻڌجي نغما ڳائي،
ڳُوڪارون ڪيان سُڏڪارن ۾،
منهنجو آڳ تي ماتم جاري آ.

هير جو ڪوئي جهوتو بڻجي،
ميندي ۽ وارو پوتو بڻجي،
سُهڻي مان تنهنجي سينڌ سجايان،
چمڪان چڳن ۾ چوتو بڻجي،

بعضي خوشبو بڻجي ڪنڌران ٿو،
ڪڏهن آجيان خاطر اُڏران ٿو،
وبتو ورهُ وسايان واتن ۾،
منهنجو آڳ تي ماتم جاري آ.

مجنون نہ ڪو مان ميهر آهيان،
تِن جو نہ ئي مان ثاني سڏايان،
تنهنجو منهنجو پنهنجو ناتو،
هر عاشق جو پنهنجو ڪاتو،

نہ ليليٰ نہ تون ڪا سهڻي آن،
تون "تبسمَ" جي مَنَ مُهڻي آن،
جَڳُ چيا ٻہ چوي افواهن ۾،
منهنجو آڳ تي ماتم جاري آ.



ستارن جي تم تم تڪيندي مسافر،
خيالن جي صحرا ۾ گم ٿي ويو آ.
وفائن جي اڻ کٽ مسافت ۾ ٿڪجي،
❶ڳوي سوچ ڏارا ۾ گم ٿي ويو آ.

عجب رات! آسُن نراسن ۾ گم آ.
اُفق پنهنجي اونهن سناٽن ۾ گم آ.
هجومن هوندي هيڪلائين ۾ گم آ.
ڳوي پنهنجي ڪِوتا ۾ گم ٿي ويو آ.

ڊسمبر جي سردين ۾ ٺٺڪن ٿيون لهرون،
اُجالن ڏي اُيري اُڏامن ٿيون لهرون،
ڳراٽين لاءِ ڪنهن کي تلاشن ٿيون لهرون،
سمنڊ هورا ڪورا ۾ گم ٿي ويو آ.

اڙي چنڊ عڪسن جا اولا نہ ڪر تون،
شمعدان ٿي چولين تي نہ ٻرُ تون،
ڪويءَ کي ڪي ٻيون دلربائيون نہ گهرجن،
هُو پنهنجي محبوبا ۾ گم ٿي ويو آ.

قطارن ۾ ڪتين ستارن جون ٻتيون،
ڪناري تي ڪيارين ۾ بلبن جون ٻتيون،
ٻرن ۾ وسامن ٻتيلن جون ٻتيون،
سمان ڪنهن ❷سُندرتا ۾ گم ٿي ويو آ.

❶ شاعر ❷ خوبصورتي



سهيڙي سهيڙي تڪو آهيان جيون،
جيون آ، جو مون کان نٽو ميڙجي.
انوکن آلاپن جا پيچا کيان تو
مگر ساز مون کان نٽو چيڙجي.

اُڏامي تو اُپ تي ڏسان تو پکيءَ کي،
کا اَڄ ڳولهي بعضي تلاشي سکيءَ کي،
هوائن نہ جاتيون سندس ①پاونائون،
نہ دک ويسلي جو مونکان ووڙجي.

②کيڏارن سان④کونتل دلين جون کٿائون
دُکن هاٹيون ديپڪَ سُرن ۾ صدائون،
نہ سونهون نہ سرتون نہ جڳ ③آشنايون،
رِٹن جي سفر ۾ کنهن سان روئجي.

هي گونگيون زبانون ۽ بوڙا زمانا،
دُکن ۽ دِلاسنِ جا جهونا فسانا،
جُڳَن کان وچوڙن جا ساڳيا ترانا،
پراٹين کهاٹين کي چا قولهجي.

① خواهشون، محبتون ② ماتم وارو سُر، ويڙهہ، غم سان ڀريل راڳ، جنهن ۾ قتل جو ذڪر اچي ③ دوستيون
④سينگاريل، سجايل



تنهنجين يادگيرين جا تاندا ڏکن ٿا.
او من ميت، توريءَ اُداسين جا ڪيڏا،
نگاهن ۾ اڄ ڪت ستارا ٻکن ٿا.

تنهائين ۾ هيءَ رات سگريون ٻري ٿي،
اوهيرا ڪيون يادگيري لهي ٿي.
پڙاڏا عجب مون کي آواز ڏين ٿا.

سناٽن جي دامن ۾ سڏڪن هوائون،
صدائن ۾ سيڪن سوين التجائون،
او وڻجارا! تنهنجا وڇوڙا وڍن ٿا.

تانداٽا آڏيءَ جو ٻي منزل اُڏاٽا،
اونداهين ڳلين ۾ پرينءَ جا پُڇاٽا،
پريشان رستن تي پاڇا ڦرن ٿا.

اُماوس ۾ اُڏري اوسيئڙن جي موسم،
اُداسين مان ڳَنڍري ڪوهيڙن جي موسم،
او "تبسَمَ"! ويرانين مان سڏڪا ورن ٿا.



ڪَلاچيءَ جي ڪُنَ مان ڪهاڻي ٿو ڳولهي،
آوهيرن نہ ڪو ڪيس آنڊين جو اُنو
هي (1)گهاتو اجا گهِرو پاڻي ٿو ڳولهي.

ڪوهيڙن، ڪُنن کي ورانگهيون وَرن ٿا،
پري ڪان پکيئڙا اُڏاميو پُڄن ٿا،
ڪانڊاڻو ڪَرن مان ڪانياڻي ٿو ڳولهي.

ڪلهن ساڻ (2)ڪينر ۽ ڪشڪول لايون،
ڪو ڪَنَ ڦاڙُ گيڙُوءَ رتا پوش پايون،
ڪنهن سهڻيءَ، سسئيءَ جهڙي (3)ڪاڻي ٿو ڳولهي.

صدين ڪان سُٽي ٿو، پٽڻ جون پڪارون،
پرانهن پنڌن جون انوکيون اُڪارون،
سفر ڪاڻ سنگتي (4)سُڪاڻي ٿو ڳولهي.

ڪالهوڪن (5)ڪاڍن کي صبوح شام ساري،
هي (6)آڍوآڍين تائين ڪاندين کي پاري،
اوائل جي گم ٿيل آڪاڻي ٿو ڳولهي.

(1) سمنڊ ۾ مڇيءَ جو شڪار ڪندڙ (2) ساز (3) ڏکويل
(4) پيڙياتو، ملاح (5) اُڪير، سِڪَ (6) ڪَرَ ڙو، پوڙهو



وفا پسند هيو هُو، وفا پرست نہ هو!
رُڃَنِ ۾ ڪيئن هلي ها،سَفَرَ جو سخت نہ هو.

سَمندَ جو شُور هيو سَمندُ خود پري هو اڃان،
❶هِراسجي ويو سندس حوصلن تي ضبط نہ هو.

گلابي مند جو پوئنرو اُڏاڻو موسم سان،
گُلن کي ويندي چيون ويو ”نِباهُہ شرط نہ هو.“

❶ خوف ۾ اچي ويو

مجسمي ساز کي فرهاد ٽوڪي چيو آخر،
”فَنِ تراش ۾ هاٿي اڳوٽو خبط نہ هو.“

سفر ڪُٽڻَ کان اڳي چانورن ۾ ويهي رهيو
❶مُهمجُو ٽولي جو هي فيصلو دُرست نہ هوا

سدائين ڪِڙندو سدا سينورن ۾ چٽندو رهيو
ڳراڙُ جو هي ڪنول، پو پيي دل شڪست نہ هوا

زماني پِڙِڪوڏئي ڪنهن جي پذيرائي ڪئي.
مان ڳنايوُ تہ بهرحال منهنجي سمت نہ هو.

اسان الائي تہ ڪنهن ڪنهن جو اُٽيوسي جيون،
اسان جي پنهنجي حياتيءَ تي ڪوئي پيرت نہ هو.

جُڳن کان پردي نشين پاڻُ سجاٽيندي ٿڪو
❷ثبات ۾ بہ سندس عڪس هئا، خود تہ نہ هو.

تعلقاتَ، تڪلُفَ، تميزداريون پيي،
زماني دار هو ”تبسُمَ“ ڪنهين جو دوست نہ هو.

❶ مشڪلاتن کي مُنهن ڏيڻ وارو معرڪي باز
❷ بيهڪ، مضبوطي، وجود



ويـران مـوسـمـن ۾ مـاتـام مـنـهـنـجـا رسـتـا.
سنسـان سـانـجهـين ۾ ڪُهرامَ منهنجا رستا.

هڪ مُند هـجي تـہ اُن جو ماتمُ ڪري مسافت،
هـر مـوسـمـن ۾ ٿـيـن ٿـا، نـيـلامَ مـنـهـنـجـا رسـتـا.

ڪـن آٿـنـن جـي آڌر ❶وِسـرام جـي بـهـانـي،
رُڪـجي بـيـهي رهـن ٿـا، هـربـام مـنـهـنـجـا رسـتـا.

❶ ٿڪُ ڀڃڻُ، ساهي پٽڻُ

سارا سُجاڻ وارا، سنگِ ميل ئي ڪنيون ويو،
بي ناڻءُ وجود منهنجو بي نام منهنجا رستا.

پَنَ چَڻَ جي زردين ۾، توڪي نـ آئڙيا پر،
تنهنجن تصورن ۾، گلفامُ منهنجا رستا.

سانجهين جي دنگ پرسان سڏڪي بيهي رهن ٿا،
اُونداهُ ٿا لنوائن، هر شام منهنجا رستا.

هن راهَـ ويندي ❶رمتي، ٿڦڪي چيو لِڦُنِ کي،
اڻ ڪٿ مفاصلن ۾، آرام منهنجا رستا.

صدين جي لمبي پنڌ ۾، سنجي ٿو پئي مسافر،
ڪيئن جِيَ ڪڍيون پيا هِن، هر لامَ منهنجا رستا.

تون پي تـ جاڻي واٽي، هيءَ منڊ ڪيون ٿي موٽين،
سُڏ ٿئي سَرَءُ ۾ ٿين ٿا، قتلام منهنجا رستا.

سوچن جي تسلسل ۾، سينديون سلام ڪن ٿا،
بي وقتي آجيان لئـ، بدنام منهنجا رستا.

❶ رستي ويندڙ

هِڪَ پيچري جو سوچي، سَوَ پيچرا اُڪاريم،
منزل جي ❶آگهين ۾، اِلهامَ منهنجا رستا.

منهنجي عاشقيءَ جو مڪمل هِڪ سِٽُ ۾ هينئن قصو آ،
آغاز ڪان اڳيئي، انجام منهنجا رستا.

منهنجو سمورو ماضي، تُنهنجي ياد جو تسلسل،
منهنجي حافظي جا محرڪ، پيغام منهنجا رستا.

خاموش وادين ۾، پايل ڪري پڙاڏا،
هر پاسي کان ڪنائن، هم نامَ منهنجا رستا.

"تبسُمَ" نہ توڙ پهتو ڪو ٻيي سِرو سفر جو
توڙي جو همسفر ها، ❷هر گامَ منهنجا رستا.

❶ اڳواٽ خبر پوڻ، ڄاڻ
❷ وِکَ



چاندوڪيءَ ۾ ميت، جيئن تو، گيت ڪو ڇيڙيو نئون.
مرڪندي سنگيتَ سهڻيءَ، رات جو گهونگهٽ کنيو.

تنهنجي پايل جي پڙاڏن مان ٻَڳَهَ ڪنوٽين ڪنيا،
❶ميگهه واسيا وار تنهنجا، ❷سيگهه ۾ سارنگ پِنو.

مُرڪندي ❸ميندون ڏئي، سينڌيو تو چپ ٿيل ساز کي،
تيور ۽ ڪومل سُرن، ❹سوست پيري سرگم هنيو.

گفتگو آروهي ۽ اَمِروهي خاموشي پرين،
❺سپتڪن آلاپ کي ڇيڙن منجهان چائي چميو.

وادي، سموادي‌ءَ سُرن جي دادلي آهين سکي،
❻ديس، ❻دُرگا، ❻مالڪوس ۽ ❻ماروا توکي مڃيو.

مئي جو ماڻُو، اڻ منداڻو مان نہ ڄاتو ڪيئن کُليوا؟
مي پياڪن کي ❼ڪُمهِلو ڪنهن پتو منهنجو ڏنو.

موسيقي، موسُم ۽ "تبسُم" تئي نشي ۾ چُور ها!
رقصَ جي رنگين وراڪن رات کي ويتر رنگيو.

❶مينهن، برسات ، ❷ جلدي، تڪڙ ۾. ❸ ڳائڻ مهل، ننڍي تان هڻڻ، جنهن سُر تان ڳائڻ شروع ڪجي مُرڪون ڏئي وري ساڳئي سُر تي موٽي اچڻ. ❹ هارمونيم جي سُرن جي ترتيب. تيور ۽ ڪومل سُر ڪانسواءِ راڳڻيءَ جي شڪل يا خاڪو نہ ٿهندو آهي. ❻ ڪل راڳڻين جا نالا❼ بي مهلو اوچتو.



لاشن کي [1]ايڌي هوم ۾ ڇڏيون هليو ويو،
[2]تدفين جو وقت ڪاٿي هو مصروف لوڪ کي.

اڳ ۾ ايڌيون ڪٿي هيون، ڏسندي وڏي ويون،
بي رحمين جون عادتون ماڻهوءَ ملوڪ کي.

ڪردار جي زوال جو مڃجي تہ مُک سبب،
لوڪن ٻڌڻ ڇڏي ڏنو اندر جي [3]ووڪَ کي.

ناصح تہ خود معيار جي پستين ۾ پيو ڪري،
ڪھڙا مثال ڏيندو بلندين جا خلق کي.

پروردگار! نرگسيت واري فريب کان،
باقي يي دم بچائج، "تبسُمَ" جي ڪِلڪَ کي.

[1] عبدالستار ايڌيءَ جو خيراتي ادارو
[2] ڪفن، دفن ڪرڻ
[3] دانهن، رڙ



ڪو عجب رستو آ، جنهن تي سدا پليو آهيان،
عمر وڪن تي رڪي، عمر پر رُليو آهيان.

ليڙون لباس، پٿون پيرَ، جسم شل منهنجو
شايد تہ عشق جي آوہ ۾ اڇي ويو آهيان.

هو اجنبي هو، قطعي آشنا نہ هو منهنجو
دل جو ضد آ، تہ نہ اڳ ۾ ساڻس مليو آهيان.

سي حسين عڪس جي هلندي نظر جهٽي ورتا،
اُنهن جا پيچا ڪندي، ڊوڙندي، ٿڪو آهيان.

هڪ تہ سي واٽون جن جي منزلن جي چاڻَ هجي،
۽ ٻيو ٻي سمت سَفر، جن ۾ مان منجهيو آهيان.

بي ربطيون ڳالهيون سٽي درگذر ڪجو مون کي،
دنيا جي ❶گڙش ۾ ٻي ضبط ٿي پيو آهيان.

جي منهنجا ٿهڪ ٿو سارين سو منهنجو ماضي هو
حالُ هي ٿم جو ❷''تبسُمَ'' لئہ سِڪي مئو آهيان.

❶ هجوم، رش ❷ مرڪ



خبر ناهي وڇوڙن جي اڄان ڪيسين رهي موسم.
اکين ۾ انتظارن جي ڪيڏو عرصو ڪڙهي موسم.

ڏکن جي برفباريءَ ۾ ته هاڻي ساهُه تو نڪري،
ڪو آهي ڪيس ايلازي ته اڳتي يي رڙهي موسم.

وڇوڙا پلوَ ۾ ويڙهيون خزان جون ڏاڪڻيون ناهي.
مان بي وطني جي پتين تي چوُطرفن کان چڙهي موسم.

عيدن شغلن جي موقعن تي سنياليون وارَ صدمن جا،
اچي منهنجي ❶اعصابن تي هميشه تي لهي موسم.

وِساريون ويني آ وينگس، مگر ❷رياڪار ڏُر ٻڌجي،
سهيليءَ سان نتي اتڪي، اسان سان تي وڙهي موسم.

"تبسُمَ" واري تختيءَ جي اڳيان پويان به گهر آهن،
واري سان چونتي تن جا، پتا نالا پڙهي موسم.

❶ عضوا
❷ طرف ولندڙ ڏُرِ

دَرِدُ گهٽ آهي يا گهٽو آهي،
زندگيءَ کي تہ گهارِڻو آهي.

شام تيندي ڇُهاوَ ڳولهن تا،
بند بلبن کي ٻارڻو آهي.

هيل هيڪانت ۾ لٽو تو وجان،
دوستن کي ٻڏائڻو آهي.

نڙگهتن کي وڍي لٽون نہ رکو
کوس، گهر جو يي قاعدو آهي.

هڪڙو ❶ديوداس هڪڙي ❷پارُو هئي،
سُکين وقتن جو ❸هاواٽو آهي.

کو پَهرُ چانورو گهران تو جو
هاڙهہ جو سج لنوائڻو آهي.

( ❶ + ❷ ) ديوداس ۽ پارو عشقيہ داستان جا ٻہ مُکيہ ڪردار
❸ افواه

موسمون اچٽيون وچٽيون هِن سرتا!
موسمن تي تہ نہ پاڙٽو آهي.

جيستائين آهيون جهانن مان،
ڏانڌلين کي ڏڪارٽو آهي

محبتن جي حسين تحفن کي،
دوستين ۾ ورهائٽو آهي.

موسمن جا اثر آوس ليڪن!
لَهس کان گهر بچائٽو آهي.

تنهنجي دردن کي پوئين دم تائين،
بدنظر کان بچائٽو آهي.

رات اُجري يا سانجهہ ڏُنڌ هجي،
پاڻ کي ڏيئو ٻارٽو آهي.

چا تجربن ۾ چا حيات ڏنو
جو مليو سو سنڀالٽو آهي.

نرتڪين کي سڏيو ڪي ڦُولَ رکو
اج "تبسُمَ" ريجهائٽو آهي.



مند، بارش، هوائون ڳولهن ٿيون،
ويندڙن کي صدائون ڳولهين ٿيون.

مان سندس ماضي هان کو چئيس وڃي،
ڪيس ساڳيون وفائون ڳولهن ٿيون.

بدگمانيون، مفاصلا، مون کي،
کھڙيون کھڙيون سزائون ڳولهن ٿيون.

واءُ جهوٽن ۾ ميڙ جِهمڪي ٿي،
باک کي التجائون ڳولهن ٿيون.

هُنَ وَيلَ پَهَرَ جان وساري ڇڏيو
هن کي اَڄُ يي پُڇائون ڳولهن ٿيون.

دَرَدرين مان پڙاڏا سڏڪن ٿا،
ڪنهن کي ”تبسُمَ“ غفائون ڳولهن ٿيون.



حسين چهرن جي سُرخين ۾ ڏُکن جا پهر تا جاڳن.
اُداسين جا وڳا پهريون سمورا شهر تا جاڳن.

دريءَ کي ٽيڪ ڏئي شاعر سموري رات ٿو سوچي،
سماجن جي مزاجن ۾ بلا جا قهر تا جاڳن.

سَرءُ جي چنڊ کي روڪيو نہ اڄ جي رات اورانگهي.
اُماوس جي سناٽن ۾ عمر جا زهر تا جاڳن.٥

➊اونداهہ

بيابانن کي چئو پنهنجُن ❷سفاڪين ۾ ڪميون آٽن،
سرابن کي اُڪارڻ لئہ، ❸سراپيل سحر تا جاڳن.

سدائين ياد جو اوتر ڪنيون هر مُند تي موتي،
❹پذيرائين ۾ شاعر جا سمورا فڪر تا جاڳن.

الهن تلهن جي اُڻ تُڻ ۾ عجب حالت بڻي گَهر جي،
بعضي گهر جو ڏٽي بعضي پَٽِيون ۽ پَجرَ تا جاڳن.

عمر جي نتهڻن خاطر لٽائي چانورا پنهنجا،
نماشامن جي پاڇن ۾ وهيءَ جا ڍڪر تا جاڳن.

دلاسن ڪاڻ دل ڪولي تنهنجو دامن پسايان پر،
تنهنجي آٿت جي دلبي مان جرح جا پٿر تا جاڳن.

ازل کان پيار پهرن جون آسيسون ساهہ ۾ سانيي،
سنياسين جي صدائن ۾ وفا جا وکر تا جاڳن.

پنهنجون محروميون ميڙيون گهٽا ڏينهن ٽيا گذاري ويو،
چَون ٿا پر "تبسُمَ" جا اجان ٻي شعر تا جاڳن.

❷سختيون ❸ٻؤ ۾ ورتل ❹استقبال، اهتمام



مُنهنجا حسين خواب ستارا نہ ٿي سگهيا!
بي نُور زندگيءَ جا سويرا نہ ٿي سگهيا!

مُروت ۾ تو الائي ڪہ سچ ۾ رکيو عزيز،
تنهنجي ❶اٿاه دل جا اندازا نہ ٿي سگهيا!

ڪشتيءَ جو سمنڊ جو يا هوائُن جو ڏوهہ هو؟
ٻڏندڙ کي بهرحال ڪنارا نہ ٿي سگهيا!

ساري عمر اکين ۾ رهيون جهُڙ جون موسمون،
نيڻن جي بارشن جا نيسارا نہ ٿي سگهيا!

پنڇي لُڇي قَفَس مان مرهم گهري رهيو هو،
قاتل مزاج لوڪ کان ❷ڦوڪا نہ ٿي سگهيا!

دل جي مٿان تَبسُم ڏَرِ ڏَرِ دانهي ٽڪو پر،
دل سان سندس اجان ڪي نبيرا نہ ٿي سگهيا!

❶ ڳُوڙهو، گهرو
❷ ڪپڙي يا ڪپه جا ٽُڪرَ زخمن تي رکبا آهن



آزمائش ۾ جان ڏئي ويٺس،
عشق جو امتحان ڏئي ويٺس.

زندگي تنهنجي نانءِ هئي تڏهن،
زندگيءَ تي ايمان ڏئي ويٺس.

تون خوشين جي جهان کي ماڻين،
مان تہ پنهنجو جهانُ ڏئي ويٺس.

موت ۽ زندگيءَ جي خانن مان،
موتَ سامهون نشان ڏئي ويٺس.

تو تہ مقطع جي ارپنا پئي گهري،
توکي پورو ديوان ڏئي ويٺس.

تنهنجي چاهت وجود هو منهنجو
مکين نہ رهيو مکان ڏئي ويٺس.

دوستي جنهن تي ماڻ هو ”تبسمَ“
تنهن پيرَمَ جو گمان ڏئي ويٺس.

هي ڪنهن جو گهر آ، منهنجي رستي تي.
روز محشر آ، منهنجي رستي تي.

روز گذران ٿو، روز پڇران ٿو
ڪو عجب دَرُ آ، منهنجي رستي تي.

بخت کي ڊوڙي پهچجي ليڪن،
وقت کي وَرُ آ، منهنجي رستي تي.

دل جي ڪاڙهن کي چانورا گهرجن،
سخت اوٻرُ آ، منهنجي رستي تي.

مان ته ❶مؤذن جبين جهڪائي چڙهي،
منهنجو منبّر آ، منهنجي رستي تي.

پيلن ٻلبن جون زرد ويرانيون،
درد منظر آ، منهنجي رستي تي.

ڪنهن ❷عزه دار کي تلا شي ٿو،
ڪو ❸نوحه گر آ منهنجي رستي تي.

❶ بانگ ڏيندڙ
❷ ماتم ڪندڙ غم ۾ شريڪ
❸ نوحا پڙهندڙ

لڙڪ ازخود لهو ٿي ڇلڪن ٿا،
درد جو جَرُ آ، منهنجي رستي تي.

اي حياتي! ٻــ پهر ترس اڃان،
ڪو٭ پيامبر آ، منهنجي رستي تي.

سُونهنَ ساوڪَ ڪي ماڻجي ليڪن،
هڪ سُڪل ٽر آ، منهنجي رستي تي.

واءُ،واچوڙو ٿي پڇان هان پر،
غم جو اوتر آ، منهنجي رستي تي.

گند ڍيرين مان ڪاڄُ ڳوليهي ٿو
ڪوئي ڇوڪر آ، منهنجي رستي تي.

مان سڄي شهر ڪي ٻُهاريان ٿو
جو تنهنجو ٽر آ، منهنجي رستي تي.

بدنصيبين جون بارشون "تبسُمَ"،
جن جو نيڪر آ، منهنجي رستي تي.

٭ نياپو آڻيندڙ



پِرھَہ جو ڳلين مان پڪارون ڪيون وبو.
ڪو جوڳي انوکيون صدائون ڏيون وبو.

درين جي وِٿين، گھرَ جي نيڙين پتين کان،
عجب نينھنَ وارا نياپا رکيون وبو.

او لوڪو! عجب ڪاپڙي ھو جو مون کي،
جھلي پاپڙين کان کسيون دل کنيون وبو.

الائي تہ رمتي کي ڪھڙا رَمَل ھا،
عمل ساڻ جنڊڙيءَ ۾ جنتر جڙيون وبو.

اَسُر جو آھستي ڪڙي کي وجايون،
ڳُجھن ۾ ڳالھايون موھيون دل مُنديون وبو.

پنيرڪيءَ جو منھنجيءَ سيرانديءَ کان پٺڪيو
تھان پوءِ منھنجيون ننڊون ئي نيون وبو.

السَتيءَ آلاپن جا ورلاپ "تَبسُمَ"،
ڪُوڪاريون ڪنن ۾ شوڪاريون چڏيون وبو.



تنهنجي ٻانهن جون پناهون گهرجن.
سخت سانوڻ ۾ گهٽائون گهرجن.

پينو ناهيون نہ تاڪَ ٻيڪڙ تون،
دردمندن کي دوائون گهرجن.

اڻ ڏٺل واٽ جي سناٽن ۾
سانجهہ پهتي آ صدائون گهرجن.

هڪ نہ ٻي حادثي ۾ اُلجهي رهي،
هن سڄيءَ عمر کي ساهيون گهرجن.

ڪهڪشان ۾ نہ ڪا ڪتي اُبَ ۾
دربدر آهيان ●دِشائون گهرجن.

سونهن چاهيان ٿو سونهن ماڻيان ٿو
عاشقيءَ ڪاڻ غذائون گهرجن.

پنهنجي نيڻن کي چُمڻ ڏي مونکي،
هِنَ شرابيءَ کي صُراحيون گهرجن.

تنهنجي ”تبسُمَ“ کي رِڻَ مسافت ۾
آتون ۾ کي دُعائون گهرجن.

●طرف



خوفَ جو عالم آ تنهنجي شهر ۾.
زندگي ماتم آ تنهنجي شهر ۾.

دردَ ڪائيندو، لهو پيئندو وتي!
هي عجب آدم آ تنهنجي شهر ۾.

ڪِرڪين مان خواب ٽڙڪن ٽا پيا.
ننڊ چو ❶نادم آ تنهنجي شهر ۾.

رات دردن جي صدائُن ۾ پئل،
چاندني مدهمُ آ تنهنجي شهر ۾.

ڪاوڙين ۾ ڦاهِيون ٽو گهرندو وتي،
لوڪُ چو ❷برهمُ آ تنهنجي شهر ۾.

منصفن جي مسندُنِ مان ❸راڄيا،
جان کي ❹جوکمُ آ تنهنجي شهر ۾.

ڳوٺ واسي! تنهن کي تون ❺ڏڙيون نه ڏي.
هڪڙوئي "تبسُم" آ تنهنجي شهر ۾.

❶ پشيمان، لڄي ❷ ڏمريل، ڪاوڙيل ❸ اي راڄ ڏٽي
❹ ڀؤُ، خوف، خطرو ❺ دڙڪا، دهمانَ



تو وتان خوشبو پڳي، چيم: ”اُڏي آجيان ڪيان.“
واءُ چيو: ”پر يار جي، ساهن ڇهڻ جي آ منع.“

چيڙهه چوٽين ۾ هٿن ۾، پاند جون ٽُڪريون ڏسي،
چيائين: ”سڪ وندين کي سُرخين جي هٽڻ جي آ منع“

ڪانءُ ڪانس تي لنوبو ۽ هيانءَ ۾ روٽيون پيون.
جهورين جهڇندي چيو: ”ڪُوڪن ڪرڻ جي آ منع.“

آهتنَ جي آس تاڻي رات پر رُئندي رهي،
پرهه کي اُوندهه چيو: ”توکي اڇڻ جي آ منع.“

عشقَ ۾ آليون اکيون، لازم پنل دامن کپي،
ورنه ڪنهن پي دم زنيءَ، دعوي ڪرڻ جي آ منع.

درد جا اوتر گهُليا، دل چيو: ”دل کولي رُئان.“
عشق چيو: ”روئڻ ته ڇا، آهن پرڻ جي آ منع.“

تولئه سنبريس پئي ته سنَڌَ سنَڌَ کي سٽي سيڻن چيو:
”گهر ۾ وينل وياءَ کي، سينگارجڻ جي آ منع.“

ڇِوراپائين غم تي ”تبسُمَ“، پل مناسب روئجي،
درد جي پڳهن تي پر، لوٽين پڌڻ جي آ منع



سوچي سوچي آخر مان ٿڪجي پيو آهيان.
الائي اُنهن ڪي اجان ڇو ٿو ساريان.

ڏکهين يادگيرين جا برپٽ تہ جهاڳيم-
منجهيو هان پرينءَ جو ويڙهو ڪيئن ورانگهيان.

پورا، ڪارا بادل، ڪو پل بيهہ جيسين،
تڏن چانورن ۾ تَتَل عمر نارِيان.

اوچنڊ تنهنجي اُجرن اُجالن کي پچندي،
ڪا جهٽ ڏَسِ تہ ويهي ڪٿي ٽڪ پيچان مان.

پِٿُن، پاهڻن جو ڪو ويسور ڪونهي،
سفر جي رڳو طي ڪا منزل ڪيان مان.

رُڻانيل اکين ۾ اُداسين جا اوٿر،
وڇوڙن جا هيڏا مان رڻ ڪيئن اُڪاريان.

آڌيءَ رات ڏاران ڪنهن وڄندڙ گهُگهُوءَ جي،
پڙاڏن مان دردن جون پاڙون ٿو ڳولهيان.

ٻڌان ٿو پريان وڻ تي ڪويل ٿي ٻولي،
سوچيان ٿو سي ڪُوڪون سُڻان يا لنوايان؟

هوائو نہ ''تبسُمَ'' کي هيڪل ڇڏيو جو،
ڏجي ٿو تہ ڏپ ۾ نہ مان هيانءُ هاريان.



ڪا پَڪِي، دوستي، زندگي ٿي گهري
عاشقي، ڏَر ٽَٽي، زندگي ٿي گهري

ريشمي چانڊنيون، شبنمي روشنيون،
ڪهڪشان ۾ ڪٽي، زندگي ٿي گهري

ڪنهن نديءَ جو ڪپر، ڪو پرين همسفر،
عشق جي آڏُ رَتِي❶، زندگي ٿي گهري

ماٺيهئا! ميٺ ڪي واءُ ويجهو نہ رک،
جهِمڪندڙ مُنهن ـ بتي زندگي ٿي گهري

رات جون راڳڻيون، پَلَ خوشيون ناچڻيون،
واءُ خوشبوءَ وٽي، زندگي ٿي گهري

ناسي، ڪارا ڪڪر رنگ رتوليل پهر،
سُڪَ جي ''تبُسمَ'' پٽي، زندگي ٿي گهري

❶ ماپ يا تور جي پيمائش واري ڳٽپ جيئن ماسو تولو يا رَتي وغيره.



وڇـڙڻ ڪـانـپـوءِ دَردُ رُئـاري تـہ ڇـا ڪـجـي؟
چنڊگن مٿان ڪو تيل جي هاري تہ ڇا ڪجي؟.

ڪانڊيُن ڪان وبندي وينـدي حيـاتـي پُـڃـڻ لڳـي.
ڪنهن ويلَ جي هُو سيـڻُ ڏُتـاري تـہ ڇـا ڪـجـي؟

ڏُونـهـان مَـتـا، پـيـڙ ڀَريـا ۽ خـاڪ تـي بـہ ويـا.
وسـمـيـل ڏِٺـِـيـن ڪـي واءُ اُڏاري تـہ ڇـا ڪـجـي؟.

پـاهـڻَ ڪـري پـروڙَ، ٻَـرن ۾ ٻُـڪـون پـري،
ڪنهن کي جي نُينهن ايـئَـن نـڪـاري تـہ ڪـجـي؟.

تُند تيزُ واچوڙن اڳيان''تـبـسُـمَ'' ڏيـئا رکـيـون.
روشنين جي آس ۾ جي گـذاري تـہ ڇـا ڪـجـي؟



وساري، نئينءَ دل لڳيءَ ۾ لڳي ويو
اسان ڪيس ساري، عمر تا گذاريون.

ملي ڇياڻين مون کي سچاتل لڳو تا،
تتل شيخون هن منهنجي دل ۾ ڪپايون.

روئي تا سمهون ۽ رڙي اڪ تي پٽجي،
ساپيائن ڪان بيٺيون نندن ۾ سنياروں.

تنهنجا، توسان گڏ پنهنجا فوٽو پئي جاچيا،
تہ آنڌي هٿن مان وئي البم ڇڏايون.

اسان هُن کي چاهيو، اسان جو ئي ڪم آ،
تہ پنهنجي وڍيءَ کي، ڇا مرهم تا لايون.

اُجالن، انڌيرن، سنجها، چاندوڪين جون-
نہ يانئن تيون هاڻي، اسان کي پُڪارون.

سچاڻي نہ جاڻي اُها هن جي مرضي،
اسان پنهنجي ''تبُسمَ'' وفا تا نڀايون.



خوابن جو حسين چنڊ جي ساپيان ۾ گهر اچي،
منڊ، رات جي آغوش ۾ مدهوش ٿي مچي.

محبوب جي يادن جو نشو لوچ اندر جي،
چڙ مينهن ۾ ڪو مور مگن ڏن ٻُڌي نچي،

هُن سينڌ تان ٽيان گهوريا گل ڪي مِنيون ڏيان،
محبوب جي چوٽيءَ ۾ جَڙيل ڪيئن نہ ٿو جچي.

ڏڙڪن ۾ دَرد، سَرِدُ پهر چنڊ رات جا،
سانول جي سار ڇر ڪا ڪيون پئي اندر پچي.

موسم جا واس، ڪيف ۽ ڪينواس سوچ جا،
نِينهَن جي ورونهن ريج ڪيون رڱن ۾ رچي.

”تبسُمَ“ کو ڪيس چئي تہ ڪڏهن سارينڊو ڪري،
هِڏِڪي، نہ تہ يِي، سَٽَ تہ ڪڏهن ساهَہ ڪي اچي.



وفائون تلا شيندي وکري پياسين،
حياتي لتاڙيندي زخمي ٿي پياسين.

لڦنِ کي لنوائي، وکونُ وَر کنيون پر،
پهاڙن ڏي گهُوري پگهرجي پياسين.

مِنُوءَ وانگي مينڊين ۾ بوليو اسان سان،
اسان لوڪَ لهجن ۾ وڃي پياسين.

گُلن کي جو خارن جي سنگت کان روڪيو،
تہ رهندو ڪندن جي نظر ۾ ٿي پياسين.

اڪيلائين جي رفاقت جا عادي،
هُجومن ۾ پهچي دهلجي پياسين.

تتل سج هو سِرَ تي، سفر جو جنون هو
نِمَن هينان پهتاسين ٿڪجي پياسين.

تبسُمَ کان "تبسم" جي اصليت نہ پڇجو
چيو عشق، "رنگين! تہ رنگجي پياسين."



هُن جي حسين بدن جون ❶ حسناڪيون بي تحاشا،
هَرِ مُرڪَ لار جهڙيءِ چَپَ چاشنيون پتاشا.

ڪنهن باڪَ ڏاري پنهنجون پلڪُون ڪٽي ڪري هوءَ،
آرس ڀڃي تہ موسم، انگ انگ تي ڏئيس بوسا.

لهجن جي تازگيءَ ۾ هبڪارون هير جهڙيون،
احساسَ گفتگوءَ جا ❷ آرهڙ ۾ چانو پاچا.

هڪ دل چوي تہ هن کي سَجّ، چندَ، ڪتين سان ڀيٽيان،
بي دل نندي پرينءَ جي سونهن کي ڀي ڪٿبو آڇا.

پهچي تہ آجياڻا، سهسين سنگيت ڳائن،
مجمعا لڳائي "تبسُم" چا چا وجهي تماشا.

❶ رنگينيون
❷ اونهاري جي گرمي



ڪڏهن هِنَ حياتيءَ، ڪڏهن ٺُو روئاريو.
عمر پر عجب، ڪشمڪش ۾ گذاريو.

پيڙائن ڪي چئو ڪا پوئين شب تہ ناهي،
اڃان جيئرو هان، ڪو ❶ڌيرج تہ ڌاريو.

وصل جي اڃا آس ناهي وساڻي،
اڃان آڃيان چئي ڪا مشعل تہ ٻاريو.

الائي پريڻ ڪيئن ڏتاريا مگر مان،
پنهنجن پاڪرن کي مسين چپ ڪرايو.

او! تارن ڀري رات تنهنجي پڇاڻان،
نهارن ۾ ڪويي نہ منظر سمايو.

جهميلن، جَڳت جي نہ ميلاگرين ۾،
نہ "تبسُمَ" توکي رونقن ۾ وساريو.

❶ صبر، حوصلو



فاصلن ۾ شام ٿيندي پئي وڃي.
قاتلن ۾ شام ٿيندي پئي وڃي.

ڪجھ وفا جي ياد ڪجھ پڇتاءَ ها،
ساروڻين ۾ شام ٿيندي پئي وڃي.

دردونڊن کي سنيپاليو جو سندن،
بوتلن ۾ شام ٿيندي پئي وڃي.

سِجُ تڪي سِڙهُ ڪولجو اي ٥ناڪئو
ساحلن ۾ شام ٿيندي پئي وڃي.

نٿهڻن ۾ سوچيون ٿا ڏاپو ڪيون،
فيصلن ۾ شام ٿيندي پئي وڃي.

يادگيرين جي پترڻ تي بيهندي،
بارشن ۾ شام ٿيندي پئي وڃي.

هل تہ وستين جي دنگن وٽ ٿي پڇون،
جهنگلن ۾ شام ٿيندي پئي وڃي.

٥پيڙي هلائڻ وارو



وفا جي ابتدا ڪانپوءِ وفا، جي انتها ناهي،
سزا جي امتحان ڪانپوءِ سزا جي انتها ناهي.

هميشه هُو پُڇي مون وٽ، ٻڇي ٿو مرض جو ڪارڻ،
هميشه سوچيان ٿو هُن وٽ، ادا جي انتها ناهي.

رڳو اُجهڪو ٻڏي منهنجو مون جيان مرجهائجي ويو آ،
جي اڳتي پِي سُٺي سانوَلُ، ڳتا جي انتها ناهي.

نچان ٿو نينهن ڳايان ٿو ڇڄان ٿو ڇيريون پائي،
ڇون ته تون اجا ڇئين ٿي، وفا جي انتها ناهي.

خريدارن جي صِفَ ۾ مان، سُري سامهون وڃي بيٺس،
وفا جو ڪُجُ پَسي چيائين: ”بَها جي انتها ناهي!“

ڪاريگر آءُ! وَڍِ انگڙا بڻائج يار جان بوتو
متان سمجهي تہ نِسبتَ ۾ اسان جي انتها ناهي.

نوان ماڻهو نئون آهين، نٿو جاڻين تون شهرين کي،
سندن پِرڪارَ پُڇ مون کان، دغا جي انتها ناهي.

ٻڌو ٿم ٻاڙو ٿو ٻولين، هٽي مَس ميلُ منزل جو
ڳسارن جان نہ هَلُ رمتا، ڏِسا جي انتها ناهي.

جڏهن ڪنهن طي ڪيو ”تبسُمَ“ وفائون ڪرڻيون ئي ناهن،
تنهن کي دل جي اجان تانگهي، خطا جي انتها ناهي.



ڪوئلين ڪي چئو ڪا تہ ڪُوڪارَ ڪن.
شهرَ وارين خاموشين مان ڊپ ٿو لڳي.

در، ديوارن، گـلين جي اُداسين نہ پر،
دل ڪي ويڙهيل ويرانين مان ڊپ ٿو لڳي.

اُپ جي پيلن، فڪن چندڊ ڪرڻن سان گڏ،
زرد موسم جي پاڇن مان ڊپ ٿو لڳي.

اي هوائو هلو ڪاتب هُوڪارَ تي،
سانت وارن سناٽن مان ڊپ ٿو لڳي.

دل جي تنهائين، پؤ مان پٽڪيو پئي،
هن غفا جي گونجارن ۾ان ڊپ ٿو لڳي.

وحشتن، خودڪشين، خُون خَبُرنِ ڪانپوءِ،
➊ارتقا جي دعوائن مان ڊپ ٿو لڳي.

هنَجَ پڙڪا، ٺهوڪا نہ ڪُرلاءَ هِن،
هِنَ اُساتيل اُڏارن مان ڊپ ٿو لڳي.

تاڪ شو ۾ ڳهيلن ڳالهايو پئي،
حاڪمن جي مزاجن مان ڊپ ٿو لڳي.

بي سبب چو تون ساگر ڙي خاموش آن!؟
تنهنجي مائن ارادن مان ڊپ ٿو لڳي.

او "تبسُمَ"! تون مامن ۾ ميندبون نہ ڏي،
سنئون سڌو چئہ سرابن مان ڊپ ٿو لڳي.

➊ انساني ترقيءَ جو شروعاتي دؤر



اَوهان جي ديد لئه دل جون ڏِشائون منتظر آهن،
ڏِلِ ❶مضطر جون بيتابيون چمڻ لئه چشم تر آهن.

❷اَڪٿ اَدراڪ جون اوتون اَلک اِتهاس جا اوتر،
اوهان جي ❸ڏَيڻِ آداتا اَگهيا ايرا وکر آهن.

دلين جي نسبتن آڏو وضع دارين جي ڇا وقعت،
رواداريِن جي مصلحت کان عقيدا بالاتر آهن.

❶ پريشان ❷ بيشمار ❸ مهرباني

اوهان جي شهر جون ڳليون، ڳلين جي سونهن جا منظر،
جهان ديديءَ جو سُنهن مون کي، جهان کان اعليٰ تر آهن.

قريني سان قطاريان تو ، سفر پنهنجي سفيني جو
اوهان جي نگهبانين جون، نويدون همسفر آهن.

پانهن کي پرَ بڻائي مان، کيان پرواز يثرب ڏي،
اوهان جي ❶نُدرتن جا جت، نِظارا ديده ور آهن.

ڏئي تفصيل تهمت جو پڇيو ڪاتب تہ، "ڪو چارو"
چيم، "سامهون سيہ ڪمليءَ سان منهنجا چاره گر آهن."

❷شوريده دل جي شورش کي، ❸شکيبائيءَ جون تسڪينون،
سين پاسن کان پهتيون پر، اوهان جا پيا اثر آهن!

ڪڏهن ❹قصداً تي ڪوتاهي، ڪڏهن ڪنهن نامہ بر دلبيو
پشيمانيءَ جي پلڪُنِ تي مداين جا مِڪر آهن.

❶ خوبيون، سنايون
❷ پريشان، غمن ۾ ورتل
❸ صبُر، خاموش
❹ چاٽي واٽي



هيءَ عورت جا عظمت جو مينار آهي.
خدا جي خُدائيءَ جو اظهار آهي.

وفا هُن جي عادت ۽ ايثار جذبو.
سراسر صداقت سان سرشار آهي.

علم سوجهرو آ، علم روشني آ،
جِهالت لاءِ جيڏل جو هٿيار آهي.

رڳو انفرادي نہ پر قومي قسمت،
مَتائڻ ۾ ملڪي مددگار آهي.

ڪٿي ڀيڻ، نياڻي، ڪٿي گهر ڏياڻي،
ڪٿي ماءُ جو اعليٰ ڪردار آهي.

سُچيتائين سان سنواري ٿي دنيا،
اگر ناري سياڻي سمجهدار آهي.

گهريلو يا "تبسُمَ" اهم معاملن ۾،
سين سلسلن ۾ حصيدار آهي.

سنڌ ايجوڪيشن فائونڊيشن طرفان ڇپايل "پريات" سنڌي صورتخطيءَ، "بالغن" واري ڪتاب جي ٽائيٽل لاءِ سندن گذارش تي لکيل هيءُ شعر ادي دلشاد مرزا جي آواز ۾ ريڪارڊ ڪيو ويو آهي. جيڪو فائونڊيشن جي اسڪولن ۾ ترانے طور هر صبوح واري اسيمبليءَ ۾ ڳايو ويندو.



هڪ وڇوڙن جون هيڏيون وڏيون سرحدون،
تنهن مٿان هن عمر بي وفا جون ٿڳيون،

تيستائين حياتي اَجلَ کي رسي،
جيستائين وڪون تنهنجي در تي پُڳيون.

ليڪجڻ ۾ بظاهر وڏا فاصلا،
ماپجن ها تہ تنهنجيون آنائون رڳيون.

اي زمانا تون مون لئہ ڏکارو نہ ٿي،
مون جِيان نوڪرون ڪيترن کي لڳيون.

منهنجي هوندي ڙي چند چلولايون نہ ڪر،
هن جون چوٽيون، تون بعضي چُمين ٿو ڇڳون.

شال تنهنجوبہ ڪنهن ناٿ سان نينهن لڳي،
شال توکي بہ "تبسُمَ" منجهائن مَڳيون.



تنها مسافرين ۾، هيءَ رات ٿڪجي پئي آ.
غم جي مُفاصلن ۾، هيءَ رات ٿڪجي پئي آ.

هر ساهَه جي سَفَر ۾، سَوَ آسون ڳَرَ ڪٽن ٿيون،
هِنَ خواهشن جي بَنَ ۾، هيءَ رات ٿڪجي پئي آ.

آوازَ ڏيندي ڏيندي، ڪنهن ٥سُونهين کي سڏيندي،
مون سان رُلي پنڌن ۾، هيءَ رات ٿڪجي پئي آ.

ڦٽ پاڻ تي لتڙجي، هِڏڪين ۾ عمر گهاري،
غربت جي چادرن ۾، هيءَ رات ٿڪجي پئي آ.

خانہ بدوش ٽوليون، سرحد ٽپڻ گهرن ٽيون،
ٻي منزلن جي ڳڻ ۾، هيءَ رات ٽڪجي پئي آ.

❷واپس وطن ڏي ورندي، هر پل ائين لڳو جڻ،
پونوچ جي ساحلن ۾، هيءَ رات ٽڪجي پئي آ.

چنڊ سان ڪڏهن ڪتين سان نظرون ملايون پئي آن،
تنهنجين الولين ۾، هيءَ رات ٽڪجي پئي آ.

او رات جا مسافر! او چنڊ! اُي نگر جا،
گهرين اُداسين ۾ هيءَ رات ٽڪجي پئي آ.

سيدن فرات ڪپ تي پهچي پڙاءُ ڪيو آ،❸
تنهن بعد کان خيمن ۾ هيءَ رات ٽڪجي پئي آ.

هي ريگذار واٽون، وِيچا مسافتن جا،
اڻجاڻ منزلن ۾، هيءَ رات ٽڪجي پئي آ.

”تبسم“ طويل شب جو هر پل ائين لڳو جڻ،
آڪاش جي اکين ۾،هيءَ رات ٽڪجي پئي آ.

❶واقفڪار، سڄاڻ
❷ہہ مهينا ڪن آمريڪا ۾ گذاري واپس ملڪ ورندي جهاز ۾ هيءُ بہ سٽون تري آيون هيون.
❸ ڪربلا موليٰ جي واقعي کان متاثر ٿي هيءُ بند لکيل.



ابتدائون عظيم ٿيندڀون هن.
ارتقائون عظيم ٿيندڀون هن.

خواب ڪي ڀي وڏا ناهن ٿيندا،
ساڀيائون عظيم ٿيندڀون هن.

ڪنهن وڏي ڪارنامي لئه اُن جون،
محرڪاتون عظيم ٿيندڀون هن.

قوم جو فرد ڀي اهم آ پر-
قومي سوچون عظيم ٿيندڀون هن.

ڪي ديوارون، وِرڀون تين ٿيون ۽-
ڪي ❶ڊِيوارون، عظيم ٿيندڀون هن.

❶ چين جي ديوار ڏانهن اشارو جا ٻوڙن ڪان بچاءَ لاءِ گهڻ ۾ گهڻ وقت ۾ ڪنئي وئي هئي ۽ جا دنيا جي ڊيگهه. ويڪر ۾ وڏي ديودار آهي.

بيڙا لهرن جي وَر چڙهيا جا ٿيو
مَنَ! اُڪارون عظيم ٿينديون هن.

دوستين جي نفيس ناتن ۾-
وضع داريون عظيم ٿينديون هن.

گنهگارن جي چوڪڙين ۾ رهي،
پارسايون عظيم ٿينديون هن.

ڪاپڙيءَ ڪالهه هٿ وڏائي چيو:
''ڪي سَخائون عظيم ٿينديون هن.''

ڪن عزيزن جي پيٽ ۾ ڪڏهن-
آشنايون عظيم ٿينديون هن.

قومي ڪاجن ۾ قومي ورڪر جون،
اربنائون عظيم ٿينديون هن.

من ميلاپن جي فاصلن جون ڪڏهن،
انتظاريون عظيم ٿينديون هن.

انقلابن جي سفر ۾ ''تبسُمَ''،
آجپايون عظيم ٿينديون هن.



تنهنجي شهر جي ڳلين ۾، پنهنجي زندگي ٿو ڳولهيان،
تنهنجي عشق جي قصن ۾ ،پنهنجي عاشقي ٿو ڳولهيان.

ووڙيان ٿو، وِرِدُ ڪيان ٿو، تون سُٺين ٿي مان رَڙان ٿو،
تون ڪا شاعري پئي سمجهين. مان سچي پچي ٿو ڳولهيان.

سُونهن، سَچَ، وفا جي پيچن، پاڳل ڪري پچاڙيو،
سوچن جي مان دنگن تي، ديوانگي ٿو ڳولهيان.

جا عمر لئه اَريبي هئي، جنهن ۾ جانِ آچبي هئي
جا نه جوڙي توڙ بي هئي، سا مان دوستي ٿو ڳولهيان

سونهن ۾ واسو ونڻ لئہ سَٿَ ڏئي بتي وسايم،
سرتيءَ کي چيم ڙي سرتي، مان اگربتي ٿو ڳولهيان.

لُونءَ لُونءَ کي لار هُئي جا، ٽَندُ ٽَندُ تلاش ۾ هئي،
ڏڙڪن جي ڊِڪِڊِڪَن ۾، سا مان نغمگي ٿو ڳولهيان.

سي جنون جي شدتن ۽ آداب جا زمانا،
اڄ يي اُنهن ڏينهن جي، آوارگي ٿو ڳولهيان.

منهنجو هُو حسين ماضي، هُو منهنجا عظيم ورثا،
جي اوجهَل ٿي ويا آثاثا، سي وري وري ٿو ڳولهيان.

دَرَ تي ڪٿهن مان گهرَ جي آڏو جبين جهڪائي،
تنهنجي چؤڪٺن تي دَفنيل، پنهنجي بندگي ٿو ڳولهيان.

تون تہ سندؔ آهين سَرِتي! تون لَڄا جي مورتي آن،
تنهنجي اَوڍَ ڪاڙ ❷اَوِڇڻ، اَجرَڪَ لُنگي ٿو ڳولهيان.

منهنجي تهمتن جون سُرخيون، تنهنجي شهرتن جا چرچا
تنهنجي سونهن جي سرسين ۾، مان حصو پتي ٿو ڳولهيان.

آئيني کي چيم، ”آئينا ’تبسُمَ‘ ۾ چا ٿو جاچين!“
چيائين: ”وهيءَ جي پوڙها، تو ۾ تازگي ٿو ڳولهيان.“



هي منهنجا زخم هِن جانان، هِنن کي مرهمون گهرجن.
خزائن جي ويرانين کي، گلن جون موسمون گهرجن.

اُجالن ڪارڻ جاٽان تو، مشعلون ممڪن ئي ڪونهن،
مگر جهيڙين بتين کي پيي، تہ تمڪڻ لئہ وتيون گهرجن.

هجومن سان هلي ماڻهو هُجومن کان الڳ ڏسجي،
اهڙي هيڪانت ماڻهو لئہ، عمر جون رياضتون گهرجن.

ڪڏهن هن جي ٽُڏن ۾ تون ڪڏهن هُو ليٽڙي تو وٽ،
زماني کي هلائڻ لاءِ هزارين حِرفتون گهرجن.

وڏن بنگلن جي بيهڪ کي ٻاهر جو ڏيک آ جيڏو
اوڏيون اُن جي مڪينن کي دلين جون وسعتون گهرجن.

ڏکن کي مسلسل پوڳي اُداسيون ڪُڙجي پيون آهن،
غمن جي لاڳيتي ڪيفيت کي ٽوريون ساهيون گهرجن.

رَوَبن جي شرمساري اندر ۾ ئي رهي چا تيو،
ڪنهن غلطيءَ کي قبولڻ لئہ، چپن جون حرڪتون گهرجن.

هاڻوڪين عاشقين وارا، عجب رَوَيا جُڙيا آهن.
انائون پيي نہ ڇڏجن ۽ نہ ڪي رسوائيون گهرجن.

دنيا جي سرحدن تي باه ٻرندڙ جنگ جا سورج!
تون نرندين يا وسامڻ لاءِ، اڃان توکي صديون گهرجن!؟

هي پؤنرن جونگر آهي، سنيالي ڪِڙندي ڪر مکڙي،
هِنن نسلن کي کيچل لئہ شوداڻيون حرڪتون گهرجن.

هزارين خواهشون جن لئہ دُعائون خود ٿيون ليلائن،
صرف منگتن کي جهولين جي جهلڻ جون ترڪيبون گهرجن.

هيڏانهن هي ❶تانپورو ۽ هوڏانهن پيل هارمونيم آ،
سنجها جو وقت آ گائِڪَ، هنن کي آڱريون گهرجن.

ارسطوءَ يا ❷پڪاسو جي اَهلَ ڪا اهليت ڪونهي،
تاريخن ۾ جيئڻ لئہ مَنَ، ماڻهوءَ کي منطقون گهرجن.

وفائن جون تقاضائون صرف سويون ناهن ''تبسُمَ''،
امر ٿيندڙ ڪهاڻين کي پڄاڻيون درديليون گهرجن.

❶ تارن وارو ساز ❷ نقل ڪرڻ



# بَهار جي آجيان

اسانجين پتين تي وليون ويس پايون، جولانن ۾ جهومي جمالا چون ٿيون،
خرامان خرامان ڪليون ڪيارين، مان، بهاران بهاران ترانا چون ٿيون.

اُڏامي اُڏامي نچن واءُ جهوتا، ٻرُوتا سُرهاٽين کي پائن ڳراٽيون.
بولاٽيون ڪائينديون ڪِرن پربتن تان، نشيليون نديون گيت گانا چون ٿيون.

نوان نينهن نياپا پڳا نازنين کي، سراپا غزل جا حسين بند ٿي پئي،
ڪمهليون ڦيراٽيون ڏئي آرسيءَ تي، سَڪِيون ساڙمان کيس چاچا چون ٿيون.

چُنيون چيٽ ٻارن تان سرڪي سرنهن جي،ڦڪن سبز فصلن جا گهونگهٽ، ڪڍن ٿيون
حسين پنگهٽن تي تِلن اَپسرائون“ صدائن ۾ سهسين سنيها چون ٿيون.

خلائن جون اُڏندڙ الهڙ دوشيزائون، هوائون ٻـ هن رُت ۾ ديوانيون ٿين ٿيون.
❶ سُريتين جي ڊِپ کان چڪورن کي چنبڙي،ٻکي چاندنيون کين جانان چون ٿيون

پنيهر جسم سان پريون پربتن تي، ❷ سَريون جن جي رُخ تي جهلن جهومڪين کي
وريتين جي مُکَ تي وُني جون هوائون، مَندا پائي مينڊن ۾ موراچون ٿيون.

نغارن جا سپ تال جهپ تال ٿي پيا ۽ ناتال پانيون نظارا نچي پيا.
گُلابن جي گِلمن تي جهنڪارون جهومن، فريبي گهڙيون ڪي فسانا چون ٿيون.

چئي ڏيوا چئي ڏيو چِٽين چاندنين کي، تہ ڏرتيءَ بہ پنهنجي گلابي بدن جي،
عنا بي اُره تي بوهي مُگَ اُپايا، چنبيليون اُنهن کي مگّيندا چون ٿيون.

گُلابي ڪراين ۾ گجرا سجايون، پرينءَ جي ڳليءَ ۾ نچي، مگرا پايون،
ڪا ناتِر نفيلون وجائي ۽ ڳائي، سهيليون سندس ڪَڏَ وَراٽا چون ٿيون.

او "تبسُمَ"! ڪي اوٿَر اُٿي پيا اُتر کان، ليئاڪي پئي موسم پيهي ۽ پَتَر کان،
ونين جي هٿن تي مُرادن جون مينديون، اُميدون سُڪائن جا سهرا چون ٿيون.


❶ بنا نڪاح جي مرد جي ويهاريل عورت



# سُر راڻو

راڻا او راڻا تنهنجي پڇاڻان، ڪنول ڪِل ٿي ڪوماڻا وي،
ڪاڪ ڪنڌيءَ جا منظر ماڻا، آتڻ ٻي تہ اُجهاڻا وي،

جن جي پنڌن جا پيرا ليڪيون، جيرا جوش جلايان ٿي،
تن جي رندن تي ڦيرا پايون، سَنڌَ ٿيا ٿم ساڻا وي،

ڪاڪَ نگر جي خاڪ اُڏايون، تاڪَ لڳايون وئين منهنجا،
سوڊا تو واريءَ سرداريءَ جا چلڻ ٿي ها چوراڻا وي،

جوين جن لاءِ جالي ڪاتيم، پيتم زهر اُداسين جو،
سي ٿي تہ سرتا سونپيون نڪتا، جند کي نيث جهوراڻا وي،

ڪو تہ ڪمهلو ايندو نيندو ماڳ تي پنهنجيءَ مومل کي،
سومل وارا سانگ ستاڻا، "تبسمَ جاڙ اگهاڻا وي،



اڄ رات ڪنهن وڇير جي ڪنڌ جو ٻڌل ڇڙو
برسات جي ٽم ٽم ۾ گهڙامنجهيءَ رکيل گهڙو
ڪمري مان نڪري تن جي ٻه ٻڌ راڳڻي ڪڍهن،
اي شخص پنهنجي خول ۾ بند ٿو رهين ڇڙو.



هُنَ پڇيو ڪيترو پڙهيل آهين،
ڪيس ڊگري هٿن ۾ ڏيئي ڇڏيم،
هُن پڇيو ڪيترو ڪڙهيل آهين،
ڪيس سِگري هٿن ۾ ڏيئي ڇڏيم.



ڪنهن ساز، سُر، سواد، جو سؤنچوبه سڙ ڪڍهن،
هر وقت هر ڪتاب ۾ مرثيا نه ڳولهه تون،
ممڪن آ، هو هُجوم ڪا سرڪس يا ڇيج هجي،
هر ميڙ، گوڙ ۾ رڳو مرتيا نه ڳولهه تون.

اُڏامـون اجـان پـي چَـون تــيـون اڏامـو
مگر هي هوائون جهلن تـيـون تـہ هـوريـان،
مون کي شوقِ منزل ۾ طوفـان کـي مسـتـي،
ٻئي زور ڏيـون ٿـا تـون ڏسـجـانءِ زمـانـا.

لَـهُـوءَ لَـهُـوءَ ۾ لـيـٽـرِيـل کـو سِـجُ آرسـيءَ لـٿـو
تہ ڪَرَ موڙي ڪيلاش کان، ڪا سانجهہ مُرڪندي لـٿـي،
۽ ڪـيـفَ ۾ ذرو ذرو لڳـو تـہ رقـصُ پـيـو ڪـري،
جڏهن جو جهانجهريون ٻَڌي، هُوءَ نِرتِڪي نِمـي اُٿـي.

پوتڙي سان پگهر کـي اُگهـنـدي لڳـو پـٽـڪـڙ مـزور،
جـائـي مـزو آ. جـي ڪـوئـي جـوتـي ٿـو زنـدگـي،
صافي کي پياڪ چئني ڪـنـدن کـان جـهـلـي چـيـو
بـيـشـڪ نشـو آ جـي ڪـوئـي گـهـوتـي ٿـو زنـدگـي.

عيد تي ڪيڏارو ٿو بيٺو ڪرين،
يا وڃائين ٿو ڏياريءَ تي ڏهَر.
جي نٿو ڇاڻين مهل جي راڳڻي،
ڇو او مڱڻا ڇو ڪلائين ٿو شهر.

سونهن، ساوڪ جو مزو ونجي مگر،
وحشتون من جو ڦِٽائن ٿيون مزو.
ڪوئلين کي ڇئو نه ڪوڪن ايترو،
ڪُمهليون ڳَنَ جو ڦِٽائن ٿيون مزو.

مَڇي نه ڇاهُه تہ آڙاهُه ڪهڙي ڪم جو پرين،
نہَ ٻڄي آهہ اُهو ساهہُ ڪهڙي ڪم جو پرين.
اچين تہ آئون ڪئلينڊرُ ڪٿي هٽي ٻہ ڇڏيان،
نہ تہ هي سالَ، گهڙيون، ماهُه ڪهڙي ڪم جو پرين

مون کي ايئن ٿي لڳو رات چانڊوڪين.
تنهنجي چوٽيءَ،چڳن ۾ ٽِبيون ٿي هنيون.
مان لُڇيس پئي تہ ڪو گيتُ. وائي لکان،
پر سِٽُون ٽُنهنجي وارن ۾ وچڙيون رهيون.

جُنون، جوش، جَذبا جَوالا ڪنداسين،
ٻُوٽيون ماس ٻاري مشعالا ڪنداسين،
رڳو ٻَڪَ پرين ڏي تون پنهنجي اچڻ جي،
اسان تي چڙي ڏي تہ چا چا ڪندا سين.

”تَبَسُمَ“



جيون تماشو آهي ۽ جوين تماشبين،
پاچولا عڪس يادون ۽ درپن تماشبين.

هيڏي وشال سمونڊ جي چولي چڏي وئي،
ڪَپَ تي ڪکن ۽ ريت جي مُٺ ڪن تماشبين.

تسين بہ لُڙڪ هِجر جو نقشو چٽي ويا،
جيسين نظر جي ڪَربَ کي سمجهن تماشبين.

اَج رات خواهشن جا نہ زندان کولجو،
ڪنهن قتل جي تلاش ۾ آهن تماشبين.

مان زندگيءَ جي گيت جو مقطع چيو پئي،
تاڙيون، هُجومَ، هُوڪرا سڀ هن تماشبين.

تيسين نهارَ جون پئي قنديليون پارجو،
جيسين خواب پيچرا هٿ ڪن تماشبين.

اوتر ڪي چئجو ايتريون يادون نہ وائري،
"تَبَسُمَ" جي تانگهہ تي متان ٿَهڪِن تماشبين.



❶آرائين تنهنجا جهولَ، ٻياپا بهارَ جا،
ٻُربُر ٻُرن ٿا پسول،ترانا بهارَ جا.

موسم جي دَرَ دربين کان مُگرمانَ ٿا ٻُجهن،
پهتا پَري کان رولَ، پيادا بهار جا.

روهيڙا سجّ ❷اُهاءَ ۾،ڪُونيَٿَ ❸ڪڪوريا،
گهُونگهٽَ ۾ مُرڪَ مول، نگينا بهار جا.

آڪاش جي ❹ڪَنار تي ڪتين جا قافلا،
تون جُهولِ چندُ ڏِول، هي جُهولا بهار جا.

هُنَ سُونهن جي واڪاڻ جا ماڻهن کان علاوه،
دَرِ دَرِ وجهي ويا ڦُول ❺ضميما بهار جا.

❶آرائين: مالهي،
❷اُهاءَ: روشني، سوجهرو
❸ڪَڪوريا: رَچي ڳاڙهو ٿيڻ،
❹ڪِنارَ: ڪِنار، ڪَنارو
❺ضميما: ڪنهن خاص موقعي لاءِ ڇاپيو ڪيل

برکا جي چوڪنن تي بُوندن جون آهنون،
رنگَ بُو ۾ پل رَتول، ڦرينا بهار جا.

ڌرتيءَ جي پالڪيءَ تي گجِرن سان گُل پريون،
نيڻن ۾ نينهن وَرُول، نشانا بهار جا.

موسم هوا جي ڪَڇَ تي ڪنيون تڇَ اچي لٿي،
لَڇَ ساوڪن جا ميلَ، جهَميلا بهار جا.

سهسين حسين خوابَ ستارن جي سيجَ تي،
وينگس ڪا نئين نَوبلَ، وچاٽا بهار جا.

چاهت جا ٽاڪا ”تبسُمَ“ جوڀن جي آرَ سان،
ٽاڪِن وَنِين جا ٽولَ، بهانا بهار جا.

❸ ميل: مفاصلن جي ڳڻتپ، ميل ڪوهَ



سوچن جي سرحدن تي ليڪا ها اوپرا.
ساگر جي خاموشين ۾ سُڏڪا ها اوپرا.

هُن پي نہ چيو نہ ڪي هِنَ، تاڪيو وڏي بتڻ ڪي،
هو بئي آنا جي دنگ تي، بينا ها اوپرا.

ڳاڙهين اچين اکين مان، ناسي پئي نير تميا،
اج وسوسن جا هُنَ وٽ، اُجهڪا ها اوپرا.

هُنَ چيو: ”هُو دير ورندو“، هِن چيو: ”توهان جي مرضي“،
هڪ بئي سان اج پنهن جا، لهجا ها اوپرا.

هُـو ويـو تـہ دَرِ پـيـڪـوڙي، لـيـٽـي رَهـي پـڌر ۾،
گـهـر جـي اُداسـيـن جـا، نـقـشـا هـا اوپـرا.

هُـوءَ ❶داغ سـاڻُ خـود پـي، جـرڪِـي پـئـي آڳ ۾،
شـڪ جـي چـرانـيـن جـا، سـيـڪـا هـا اوپـرا.

جيئن هوآويلو پـهـتـو، هِـنَ نـوٽ ڪـيـو تـہ هُـنَ جـي،
تـآءِ، بـوٽ جـي ڳـنـڍيـن جـا، گـهـيـرا هـا اوپـرا.

ٻئي چُپ هُـئا، ٻـنـهـن پـئـي، چـت ڪـي رڳـو نـهـاريـو!
پـر ۾ هـئـا مـگـر هـو، ڪـيـڏا هـا اوپـرا.

ڪـا دير ڪـڙڪـي ڪـولـي، هُـوءَ چـنـڊ ۾ ڪُـپـي وَئـي،
پَـنَ چَـڻَ ۾ چـانـدنـيءَ جـا، ريـلا هـا اوپـرا.

هُوءَ سـوچـي سـوچـي ”تـبـسُـم“ گُـم ٿـي وئـي خـلا ۾،
جـذبـن جـي وهـڪـرن جـا، ويـچـا هـا اوپـرا.

❶ ياجي رڏڻ لاءِ سپ کان اول گيهہ ۾ بصر جي ٻُجڻ واري عمل کي داغ ڇئبو آهي.



ڪا دلفريب زندگي نظر ۾ پيهجي وَئي،
هُوءَ ڪير هُئي جا آئي، دل نگَرَ ۾ پيهجي وَئي

جمال جوت سان جُڙيون هَزارين پدمڻيون پريون.
لڻي جو هُوءَ جل پري اندر ۾ پيهجي وَئي.

هيءَ آرسي ڪٽوا ڳيان، هٽايو ساريون روشنيون.
هُوءَ عڪس، سوجهرا ڪٽي پَدَّرَ ۾ پيهجي وَئي.

هي ڏامرن جا روڊ جن تي زندگيون رَوان دوان،
۽ عُمر جا ڪنهن بلب يا پٿر ۾ پيهجي وَئي.

هميشه پنهنجي گهر چو مان، اچان ٿو ايڏي دير سان،
هُوءَ سوچي سوچي اَڻ لَکي فڪر ۾ پيهجي وَئي.

شاديءَ جي رات جو وَڳو ۽ جُهمڪيون ترئنڪ ۾ رکي،
صُبح جو پنهنجي گهوٽ واري گهر ۾ پيهجي وَئي.

هيءَ گهر جي ڇت جا مينهن ۽ نه سيءَ کي جهلي سگهي
اُنهيءَ کي هُوءَ تڪي تڪي پٿر ۾ پيهجي وَئي.

ڪاوڙجي ڏار تي سُتس ته هُوءَ آلائي ڪنهن مهل،
سُري پُري اُتي وري ٻه پير ۾ پيهجي وَئي.

لِڦن کي چُمندي چيم ته سخت آهي زندگي،
هُوءَ مرڪي جنڊ جي نئين چَڪرَ ۾ پيهجي وَئي.

مهيني ٻن جي لاءِ "غفارَ" اُڌار چو نه ٿو وٺين،
مان ڪيس خار ۾ ڏنو پَگهَر ۾ پيهجي وَئي.



اَسان آڳر ۾ جيڪڏهن هوائن جي رکي رُخَ تي،
جلايون ميڻ بتيون ته ان ۾ ڏوهه ڪنهن جو آ.

خزائن ۾ گهُمون ٿا پيا سجائي خواب چيتن جا،
ڪيري ۾ قُولَ قوليون ته ان ۾ ڏوهه ڪنهن جو آ.

بيٺل آبوڙ بارن ۾ مگر پوءِ بي اَسان ماڻهو،
ڪو ٻُنگ بيچارو چٽيون ته ان ۾ ڏوهه ڪنهن جو آ.

وَسي پئي زور سان "تَبَسُمَ" ڪڏهن ڪان خُونَ جي بارش
جي ڪِڙڪي پوءِ به ڪوليون ته ان ۾ ڏوهه ڪنهن جو آ.



مان سونهن جي سُرور جا خمارَ ٿو ڪنيون وتان،
غماز. گهُنڊ. گهُورَ جا غُبار ٿو ڪنيون وتان.

هُگاءَ هيرون ياد جون ۽ خواهشون ڇُهاءَ جون،
اتاهہَ ڪيف. آس جا قرار ٿو ڪنيون وتان.

ڪڏهن ڪو مُرڪَ جو مزو. نشو ڪڏهن نِهار جو،
هينئين ۾ هيج حُسن جا هزار ٿو ڪنيون وتان.

وچوڙي تي وسامجان ملين تہ واءُ ٿي نچان،
هي تارُ. هو تراوتون، ٻئي تار ٿو ڪنيون وتان.

نہ ٻڌ تون دل جو دِڪدِڪو ڪناءِ ڏڙڪنون رُڳو،
مان ساھہ ساھہ ۾ سندءِ سنيار تو ڪنيون وَتان.

نہ ٻُجُ تون نيڻنھن جو نشو رڳو مزو آ زندگي،
جُنون، شوق، شاعري خرارَ تو ڪنيون وتان.

مفاصلن جون سرحدون نہ قيدُ سِڪَ ڪري سگھيون،
وڇوڙي منڊ جا مزا ملھار تو ڪنيون وتان.

نچن، مچن ٿيون چيريون ۽ راڳڻيون رچن پيون،
نوان نوان مان نيڻھن جا نکار تو ڪنيون وتان.

گُلاب ڪيت، چاندنين، ڪتين ۾ چاھہ چيٿَ جا،
اکين ۾ عڪس سُونھن جا انبارَ تو ڪنيون وتان.

تون دلبريءَ ۾ مست، مان الست عاشقيءَ ۾،
تون راحتون جدا، مان ڪيفَ ڏار تو ڪنيون وتان.

"تَبَسُمَ" ڪا سُرڪ سَارَ جي ۽ رُت ولين ٿلار جي،
ھيءَ جند جھوليندي وتي بھار تو ڪنيون وتان.



چاهُہ آهي ڪو چرچو تہ ناهي پرين.
شعاع آهي ڪو شعلو تہ ناهي پرين.

چو تو چوڙي چڏيون چيريون پير مان،
ساز سهڪيو آ، سُڏِڪيو تہ ناهي پرين.

پيار پاچو نہ آ دَرَ دريءَ، بَلَبَ جو
تانگهہ سياري جو تِڙڪو تہ ناهي پرين.

سُونهن جون ساعتون مَنَ ڳڻيندو نہ ڪر،
مُحبتن جو ڪو ماپو تہ ناهي پرين.

بانهن سان ٻارَ وانگر اُڪَهي ٿو چڙين،
هي ڪو بازاري بوسو تہ ناهي پرين.

سِڪَ جو ڪاسو، ڪُپي بعضي لَپَ ٿو ڏئين
پيار پاڇهر جو ٻورو تہ ناهي پرين.

پيار خيرات وانگر تون ڏيندو نہ ڪر،
دل ڪا جهولي يا ڪِستو تہ ناهي پرين.

تون وسارڻ گهرين ۽ وساري ڇڏين،
عِشقُ آ راند رؤنشو تہ ناهي پرين!

هر ڪا ساپيان مَحَلُ ماڙي، ممڪن نہ آ.
سپ ڪو راجا جو سپنو تہ ناهي پرين.

ها "تبسُمَ" جو ئي پر اٿل سمجهجانءِ،
هي ڪنهن يت چِت جو پاڇو تہ ناهي پرين.



نيرَ بُدَءَ ۾ اَوهان جَهليو تہ مَجان،
مَچ هٿن ۾ ڪٽي ڪلو تہ مَجان.

نيڻ پڃريا پگهر پهاڙ ڏنا،
هاڙهہ جهو تا ڪندا هلو تہ مَجان.

دل جو ڏَ ڏِڪو لنوايو ٿا مَجيم،
اک جو اوٿر مگر الوتہ مَجان.

جيئن پَچي پَجري تهڪ ڏيون ٿا آسان،
تيئن توهان پِي ڪري ڏسو تہ مَجان.

آڳ چٽنگن نہ چوچڙين ڪي چئو
جِندُ جوتون ڪري جَلو تہ مَجان.

هٿ بتي، بلب يا ڏيئو چا ٿيو،
شوق شعلا ڪري ڄُلو تہ مجان.

هُونئن تہ محبت گهٽو مزو آ مگر،
تارَ طوفان ۾ لهو تہ مَجان.

ڪا وا، ڪنڊا، تنتا، تڪا "تَبَسُمَ"
مُرڪندا مهڪندا ملو تہ مجان.



بند اکين ۾ روشني سُڏڪي.
تيز جهوتن ۾ هَٿَ بتي سُڏڪي.

ڪنهن بتيلي جو جهمڪندڙ ڏيئو
جيئن وسميو تہ ڪا ڪتي سُڏڪي.

ڪنهن شڪاريءَ ڪتي شڪار ڪيو
بند مُٺ ۾ ڪا پوپٽي سڏڪي.

نائڪا جي نحيف پيرن ۾-
رات گهنگهرن جي بيوسي سُڏڪي.

در تان جهُوتي هوا هلي بہ وَئي،
يادگيرين جي آرتي سُڏي.

هُوءَ جواني جا ڪنهن جي ٿي نہ سگهي!
تنهن جي ➊ارٿيءَ مٿان سَتي سُڏڪي.

ڪنهن نہ ڄاتو تہ ڪير هُو "تَبسُم"!
هُنَ پڄاڻان پئي دوستي سڏڪي.

➊ جنازي کي ڪلهو لاءِ ڪاٺيءَ جي نهيل ڪاٺي هندي لفظ



مان خزائن جي فصل کي چيت افسانا ڏنا،
گھاوَ پوپٽ جان اُڏاريمر خواب اوجاڳا ڏنا.

عاشقيءَ جي خفت ۾ ساري عُمر جو بانڪپن،
ڪُجھ ڦُريو آوارگين ڪُجھ دوستن دوکا ڏنا.

چاهنائن جي سفر ۾ محبتن جون خواهشون،
جيئن مان طلبيون، تيئين هُن فاصلا ٻيڻا ڏنا.

هي ڏکن جون ساوڪون ازخود تہ مَنَ ناهن ڦُٽيون،
دل مان، بعضي اڪ مان، سوڪهڙن کي آواندا ڏنا.

قافلي سان گڏ رهي چٽرون ڪيمر پئي وات تي،
قافلي کان ڌار تي ڪيڏا مان هرجاٽا ڏنا.

سوجهرن جي سرحدن تائين پُڳي رَتَ رات جي،
گھات ۾ بينل اُجالن ٻات کي ڪُتڪا ڏنا.

روز اک رُسندي رهي، پُڇندي رهي لُڇَ جو سبب!
مان ڪُڇان اُن کان اڳي سُڏڪن وٺي پڙڪا ڏنا.

موڪلائيندڙ صديءَ کي الوداعي گيت ۾
وحشتن، بُڪ، ماٺهچي دل کولي پاراتا ڏنا.

ڏُور، هُوجو ڏور ڪو تاندباٽو ٿو ٿِمڪيو وتي،
تاري واريءَ اَهَل تنهن کي ڪيترا صدما ڏنا.

منزلن جي چاهہ ۾ رستا ڪڏهن ماپيا نہ ها،
شوق پيو ٿڪجي تہ پوءِ ڏيکاوَ تن ڪيڏا ڏنا.

ڪُجھہ ٿِڪا گُل، يادگيريون سال جي تَڃَ تي رکي،
هر جنم ڏڻ تي اڇي هُڻَ ساڳيا ئي تحفا ڏنا.

تو تائين پهچڻ جا جانان سهنجا ها سڀ گس مگر!
تو الائي ڇو پڇڻ جا ڏَس وٺي اهنجا ڏنا.

ڪنهن ڇيورولاڪ ڪنهن "تبسُمَ" تہ ڪنهن رُسوا ڇيو،
حُسن جي حُسناڪين اعزاز ها چاچا ڏنا.



بدنام زندگيءَ مٿان الزام ڪيترا!؟
ناڪام عاشقيءَ هٿان انعامَ ڪيترا!؟

ڪَڙڪائي دَر هوا ۾ ستارا هٽن اکيون،
آزاد فطرتن مُڪا پيغامَ ڪيترا!؟

سارنگ هَر اُمنگَ، رچيا رنگَ ڪور تي،
هُن تورَ تي ٿيا گهورَ نِسنگ نامَ ڪيترا!

مُرڪي تہ مَهڪي واءُ ۾ هيرون هُٻَاسجن،
گهُوري تہ گامَ گامَ تي ڪهُرام ڪيترا!؟

رابيل چاندنيءَ ڪي ڳراتي چيو سڪي!
تون ڳڻ تہ گُل قطار تي گلفامَ ڪيترا!؟

سنڌ نانءُ جنهن ڪنيو تہ جهڪيو ڪنڌ مانَ مان
ايمان وانگي سنڌ جا احترام ڪيترا!؟

هُن ٻن ڪجين مٿان هُو جهُلي چند پينگهہ جان،
هِنَ ٻن اکين ۾ آس جا الِهامَ ڪيترا!؟

هُن جي چنيءَ ۾ جا رنگ اُڏيا ڦوهہ چيٽ ۾-
هن کي ڳٻا سَڪيُنِ هٿان سلامَ ڪيترا!؟

”تبَسُمَ“ سَراب زندگي سُرخاب خواهشون،
آڪاش جي اُڏام وِڏا دامَ ڪيترا!؟

❶ ڳاهتيا، قطارون ڪري، مجموعو لڳائڻ هڪ ٻئي مٿان ڪرڻ ❷ گام: وِکَ ❸ ڪهُرام: واويلا، روج راڙو



سَمُوندِ ۾ مان ٻئي سانجهہ جو ويهي سپنن تي ڇا ڇا سوچيون ٿا،
چنڊ ۾ مان ٻئي رات سموري، پاڇن تي ڇاڇا سوچيون ٿا.

سپ ڪا چولي جهُولي پٿاريون چنڊ ڪان چاهَ جو دان گهُري ٿي،
چنڊ کي پنهنجون محبوبائون، ياڳن تي ڇاڇا سوچيون ٿا.

روز پکين جا ولر اُڏن ٿا، اُڏندي ڪاڏي گُم ٿي وڃن ٿا،
صدين کان پيرا جاچيندي، سئونسن تي ڇاڇا سوچيون ٿا.

آءُ تہ پهريون تعلق توريون، پيار جا آڳا پيچا جوڙيون،
تون مان ونڊ ۾ ڪاتوءَ کان اڳ، پاڇين تي ڇاڇا سوچيون ٿا.

باک چپن تي ماکَ ترانا، هير صبوح جا سينڌي گانا،
ڪرڻن هَٿَ ۾ مشعل جهولي جهرڻن تي چاچا سوچيون ٿا.

روز سهيلي چئي ڙي ❶ ڳهيلي، وڻجارن کي بيلي ناهي،
پرديسين جا پيچا تاٽي، ويچن تي چاچا سوچيون ٿا.

اُلفت جا اسلوب اُٿي ويا، سوچن جا بُنياد ڦري ويا،
موجوده يارين باشين جي، رَوَين تي چاچا سوچيون ٿا.

اُوچا جبلن چوٽين جيڏا، سڀ ڪو تاتي پيارَ ٿو ڪيڏا،
پر جي پاڙؤن اُکڙن ٿا پو، گهاون تي چاچا سوچيون ٿا.

صدين ڪان هُو سمونڊ چُلي ٿو چانڊوڪين تي تيئنَ اُٿلي ٿو،
سِڪَ جو مُور ڪو سُور نہ باسن، چولين تي چاچا سوچيون ٿا.

وقت سان ٻٽ هيءَ عمر ڊُکي ٿي، پاچاريءَ ۾ جوڙي ڊُکي ٿي،
گوءِ ۾ ساري عُمر ٿي ڊِلجي، پِيٽن تي چاچا سوچيون ٿا.

چانڊوڪين ڈانهن اُڏندي اُڏندي، جن جا "تبسُمَ" جُڳ گذري ويا،
تن مستن ڪا مات نہ ڪاڏي، جذبن تي چاچا سوچيون ٿا.

❶ بي وقوف، گهٽ عقل رکندڙ



عشق ڪُرڪِيو "تبَسُمَ" ڪفر ٿو ڪريں،
سُونهن کي سجدو ڇو سَربَسر ٿو ڪريں؟

هُن چيو: "هڪ عُمر آجپي لئہ وتئہ،"
مان چيو: "سابہ تون دربدر ٿو ڪريں."

چيائين: "منصور وانگر نہ ڦندو چُمين."
چيم: تہ: "پيو ڇا ڪپي ايئن اگر ٿو ڪريں."

چيائين: "ڇِڪيا يا ڇِيئن تي نہ چاڙهيو وڃين،"
چيم: "ڪڏهن ڪُل عُمر ڪارگر ٿو ڪريں."

چيائين: ”يُوسف! مصر ۾ وڪامي نہ پئين“
چيم: ”تہ ٻيو ڇا ڪپي ديده ور تو ڪرين.“

چيائين: ”سُرمد جي سرمستين جي چُڪي.“
چيم تہ: ”مستان کي معتبر تو ڪرين.“

چيائين: ”آءُ توکي ڏرتيءَ جو دولهہ ڪيان.“
چيم: ”وطن دوستين کي اَمرُ تو ڪرين.“

چيائين: ”فرهاد وانگي ٽَڪر ٽاڪيا؟.“
چيم تہ: ”جي آه ۾ تون اثر تو ڪرين.“

چيائين: ”مجنى جي ديوانگيءَ جا مزا“
چيم: ”چڪائج ني چو مُنتظر تو ڪرين.“

چيائين: ” ’تَبسُمَ‘ تون مَئي اڳتي پيئندو نہ ڪر،“
چيم تہ: ”چو مون لئہ زم زم زهر تو ڪرين.“

❸ چيئن – آڙاهہ
❷ ديده ور ڏسڻ جي قابل
❸ چُڪي: ڍُڪُ. سُرڪي. سُرڪَ



جِهرڪي ڪِڙڪيءَ ڪي نونگي پيئي باک چُٽي ٿي نغما،
او سرتي! اُٿ رات رمي وئي، چِڏ ساجن جا سپنا.

شام جي ڏنڏلن پاڇن هٿ ۾ يادن جون ويڙائون،
رات جي گُونگن لمحن اک ۾ جهَلڪي مرگهه ترشنا.

انڌيارن کي اڳ ۾ پنهنجون ڪيڏيون درد ڪهاڻيون،
سانجهه جا پاڇا ويتر تن جا پجرائن ٿا سينا.

سَرَ تي ويتل تانداڻي جي ڪَنَ ۾ تارو پٽڪيو
تو مون جهڙن رولاڪن کي ڪهڙي ڪاڪ ڪلپنا.

مون ڪان پوءِ هُوءَ سَرتِي ''تَبسُمَ'' شاعريءَ سان پرتِي،
ڏرتِيءَ سان گڏ سرتيءَ سان پيي سَنمُک ٿياسون نا.



ننڊ مان اُٿس تہ تيز لڳيون دل جون ڌڙڪنون،
بند ڪيم پيهر اکيون، تہ نہ منظر نہ مُورتون.

آجياڻي لئہ اُٿيس تہ رنڊيون پانهون ميڙ ۾،
پاڪي لچي وڏي تہ مِڙيون ڪوڙ تهمتون.

مڪڙين ڪي ماڪ آسيسون ڏينديءَ وڌو ڪيو،
پوئنري جي دل پري تہ ڪيون سچ رقابتون.

وڪريل پتن ڪي ٿڦڪيندي پُٽڪي سَرءُ جي رات،
مُند جي رفاقتن جون ڪهڙيون شڪايتون.

دل جي اُداسين ڪي ستارن مِنيون ڏنيون،
رج ڪي مسافرن جون ڪي جوشيليون آتتون.

پاريهرن جي پويان رڳو ڊوڙندو وتي،
چوڪر جي هٿ غُليل متس سوار وحشتون.

تنهنجي چنيءَ ڪي ڪوليندي مانيءَ ڳيو پڳو.
تنهنجون الڳ تہ پيٽ جون پنهنجون ضرورتون.

بعضي دماغ "تبسُمَ" ڦاتي ٿو سوچ ۾،
پگهريل مٿي ڪان زندگي طلبي وضاحتون.



او سرحدن جا چنڊ! اڳيان آنڌ ڪيترا؟
ويچن جا سمنڊ، پار اجان پنڌ ڪيترا؟

بارود جي پراءَ ۾ وڙاءَ شعاع جا،
ويڙهاندِ پر نہ جاڻان، گهُري ڪنڌ ڪيترا!؟

دُک تامڻيو تہ ڪُورَ مچي پيا هيانءَ ۾-
سِڪَ سنجري تہ سُور سچيا سَنڌَ ڪيترا.

هُن شاهہ جي تنبور تي ❶ميران نچي ٿڪي،
اي ❷شيام! ڙي خيام اجان بند ڪيترا!؟

❶ميران هندستان جي عظيم ڪلاڪار
❷شيام هندستان جو خوبصورت . سنڌيءَ جو شاعر

وِکَ ويسلا! وڏائي لتاڙج مُسافتون،
ڏوڙيندي ڏُورِ منزلن تي ڏُنڌ ڪيترا.

صدين کان هڪ سوال ٿو ڇُهندي شعور کي،
هُن آتما جا جوڙ سان سنبندڌ ڪيترا!؟

ڪنهن ڇپّ ڪِنار کي ڪورات چنبڊ ويو ڇڪي
ڪا نارِ اَسُرَ ڏارِ ڳُنڌي ڳُنڌ ڪيترا!؟

طوطو اُڏيو تہ پن چڪيءَ چيو ٽُوت لامَ کي،
توکي ٿتڙ کان اڳ ۾ ها آنند ڪيترا!؟

”تبَسُمَ“ هيءَ جند هونئن تہ ڪٽي سنڌ نہ ساري پر،
سونيا سُتيءَ ۾ ماءُ سان سوڳنڌ ڪيترا.



اوڙي سرتي باک ڦُٽي آ لاک صبوح تان ڪٽنـدي هـل.
سُورج رُخ جي اُجري مُکَ تان اُونداهين کي اُگھنـدي هـل.

ڏُکَ واديءَ ۾ نُکَ تي وينل جھُور سنياسي پُٽڪي تـو،
بنواسين جي وستيءَ مان وِکَ نينگرِ تيز پـريـنـدي هـل.

پنيرڪيءَ جو پُورا ڪارا بادل ڇانيا برپٽ تي،
❶مِرِگھَہ نهاري ڇيوڙي بارش وَسڻي آهين وسنـدي هـل.

صدين جا هو سُونهان جوڳي هيل نہ ڇو ❷ليئاڪيون ويـا،
ڇو لاهُوتي لنگھہ مٽي ويا. ❸ٻاٻُرَ ڪنهن کان ٻُڌندي هل.

اَنڌڪارن جي رڻ ۾ جيڪي واٽون ڳولهي وڃڙي ويـا،
اوڙي باک ڪِتِي! تون تن کان پيڙائون تہ پُڇـنـدي هـل.

سارا پاڇا ڊوڙي ٽڪجي نيٺ پڳا ڪنهن پاڪر ۾،
❹هاڙهي بينو تاڙي "تَبسُمُ" تون تنهن سان پيچيندي هـل.

❶ مُرگھہ: پکي
❷ ليئاڪڻ: جھاتيون پائڻ
❸ ٻاٻُرَ: خبر، افواہ، سؤنچو
❹ هاڙهي: ساٿي، دوست



هُوا جهاڳَ اُڀ تي ڪيڏا پنڇي اُڏي رهيا ها.
چنڊ ڪِرڻا بادلن جي هنج ۾ لڏي رهيا ها.

ڪينجهر جي ڳل ڪي ٽُٽڪي، هر هر حسين منظَر –
پنهنجي شباب وارا افسانا چئي رهيا ها.

وِڇڙي وڃڻ جا سئونسا، پهچڻ جا پيي سنديسا،
ٻڏتر ۾ زندگيءَ جا چا مزا اچي رهيا ها.

چٽندڙ پنن جي دک جا، وسميل لمحن جي رَڪَ تان،
ويندڙ مندن جا پاچا مرثيا پڙهي رهيا ها.

سپنن جي ره گذر ۾ پن چڻ جا سانجهه لمحا،
هن رات کي ڳراتي سُڏڪا پري رهيا ها.

هوريان ٿو ساز سوريان، تو پُچڻَ جي آس پوبان،
مينديءَ جا ٻوٽا جهوٽي، ٽٽڪيون ڏئي رهيا ها.

تنها ڪنڌيءَ مسافر سوچن جو اونهو ساگر،
ڪا ويل ٻيٺو سوچي، چا جُڳَ وَري رهيا ها.

”تبسّمَ“ ويلَ جون سارون اُتلي تِمن اکين مان،
وينگس جا شبنمي ڳل پل پل پُسي رهيا ها.



هُوجو دردن جي وادين ۾ گُم ٿي وَيو.
دل جي گهرين اُداسين ۾ گُم ٿي وَيو.

ڏرتتيءَ کان ٻڪيو آهليو چانءَ ۾،
مورڳو ڏنڌ پاچن ۾ گُم ٿي وَيو.

همسفر کان سفر دوران وڇڙيو تہ پو،
فاصلن جي سودائن ۾ گم ٿي ويو.

هُنَ ڪان جو ين جا جولان وڃڙڻ لڳا،
هُو وهيءَ جي تلاشين ۾ گُم ٿي ويو.

دل جو ناتو ڳنڍي ڪنهنکي دل ڏئي ڪري،
تا عمر پوئواريـن ۾ گـم ٿـي ويو.

آبشارن ڏارائن کي چيو: سوچجو!
جيڪو وڇڙيو درياهن ۾ گم ٿي ويو.

سوچ ئي سوچ ۾ هُو سراپيل رَهيو
ڪيڏو ڏاهو اياڻن ۾ گُم ٿي ويو.

باک جو شاخ تان ڪٽيجي ٻولي پيو
هڪ ”تَبسُم“ تنهائين ۾ گُم ٿي ويو.



چَنڊُ آهليو تہ جهُومي تو آرس پڳو
ايئن لڳو پڙڪو ڪائي ڪو سارس اُڏيو.

سنگتراشن جي ڳليِن مان گذريم ڏنم،
هر تراشيل صنم تنهنجو نقشو لڳو.

چنڊ واريون اکيون، جهُڙ ڏَڪيون ساڙ مان،
جو پهر ٿو ڪِڙي، تو کي گهُوري يَڪو.

تون تہ پازيب پائي هليءَ سمُونڊ تي،
تو نہ ڄاتو تہ ڇولين جو ڇا حال ٿيو.

حُسن جي پيت آ خودنمائي عمل،
حُسن سو جنهن کي اعزاز ازخود مليو.

مُرڪي جهُومين تہ جهنڪارجي پئي فضا،
سنک واديون وَڄن، وڄ وراڪي رُڳو.

حُسن پريون ''تَبسُمَ'' چريون سُونهن تي،
روشنيون تيئن پريون جيئن تو مُرڪي ڏنو.



يادن جي گُذرگاهہ لتاڙيون هليا وڃو
سوچن جي بارگاهہ کي ساڙيون هليا وڃو.

اولانيا ستارن کي تڪي مس سُمهي رَهيا.
ڏيري هيءَ خانقاهہ وِرانگهيون هليا وڃو.

نيڻن جا نير، تيل ٿي جرڪيا چراغ ۾،
محفل جي هر قنديل اُجهايون هليا وڃو.

هر ترَّ تي ڏنڏلا عڪس هٽي تِڪَ بيهي رهيا،
ڪنهن پِڪَ تان مون کي پار اُڪاريون هليا ويچو.

ڪنهن بي وفا جي ذڪر تي سُڏڪي وفا چيو
چُلڪي لَهُو نگاهہ چپايون هليا ويچو.

شب ير اوهان جي، ذڪر پئي سُلگايو درد کي،
ڪنهن پل اچي تہ خود پيي ڏکايون هليا ويچو.

باهر جي چيٽ موسم، دل ۾ گهڙي نتي،
هڪ وار کيس هوڏ تان لاهيون هليا ويچو.

پٿر تي تنهنجي در اڳيان پئجي رهيو تہ چا؟
''تَبسُمَ'' کي سنگِ ميل ئي سمجهيون هليا ويچو.



مان وِسارڻ جو وس ڪيان ٿو پر
تون پي يادن کي مَنَ پليندو ڪر.

سوچون طوفان، زِلزلا يادُون،
ايڏو اوتر نہ موڪليندو ڪر.

تنھنجي صُورت ڪٽي نہ روز ڪِڙي،
ٿي سگھئي، چنڊ کي، جھليندو ڪر.

سيئي رشتا ٽُٽا تہ پوءِ مون کي،
خط ميارون دُعا نہ ڏيندو ڪر.

وقت، ماضي، وصال جُون گھڙيون،
منھنجي وَسَ ۾ ناھن نہ گھُرندو ڪر.

جا بہ گُذري، گُذرتي وَئي "تَبَسُمَ"
ياد مون کي نہ ھاڻي ايندو ڪر.



رونق سان جو شخص رهندو هو،
تنهن جي گهر ڪيترو سناٽو هو.

زرد چهرو اُداس بند ڪمرو،
عشق جي سيڪ ۾ لهسجي پيو.

هر جو گلفام هو هزارن ۾،
درد جي وَرِ چڙهيو وڪرجي ويو.

پنهنجيون هيڪلائيون پاڻ ۾ اوتي،
ريگذارن ۾ روئندو پئي وتيو.

اُلهندي سج کي شام لِيلايو،
ڪجھ اُداسين تہ گڏ ڪنيو وڃجو.

ڪُڙڪُبيتن کي رات جي پيچين،
پنيرڪي جو چميو وِداع ڪيو.

ٻونڊي پيڙيءَ ۾ ميرڙي سانجهي،
جيئن پڳي ڪيس آس ڪيڪاريو.

زندگيءَ جي چنيت ۾ آيل،
گردش تشڪيس روئي ويٺو.

پاونائن ڪان مات ڪائيندي،
حالتن جي حصار ۾ جڪڙيو.

ڏُنڊ ڪرين پئجي ويو مليو جنهن سان،
ڪيس جيئڻ ڪيڏو ڏکويو هو.

دردُ ”تبسمَ“ سڄيم پهاڙ سهي،
آبشارن جا اعتماد ڏسو.



ڪلندي ڪلندي روئاري ويو هڪڙو منڙو ماڻهو.
تون هُئين الائي ڀيو ڪوئي هو سوڌ توجهڙو ماڻهو.

پريت ۾ پنهنجو سولو سهنجو مان ته هو سمجهيو جنهنکي،
پر سو نڪتو ڏاڍو اندر جو ڳوڙهو ماڻهو.

مرڪي مرڪي زهر جي سُرڪي ڏئي ويو دوا جي بدران.
ڪين ٿي ڄاتو ته ٿيندو ڪو ايئن بـ اهڙو ماڻهو!؟

پريت لڳائي اک اٽڪائي قُرب وڌائي مون سان.
هڪ ڏينهن مون لاءِ پي ٿي چيائين: ”ڪير ۽ ڪهڙو ماڻهو؟“

رلڻو ملڻو سهڻو سُلڇڻو ڪيڏو من مهڻو هو ”تبسم“،
سادو سُودو پر نڪتو سو ڪوڙو ۽ ڪوڙو ماڻهو.



دَرد جي رات هُئي سحر نه هيو،
گهڙي هڪ عُمر هئي پهر نه هيو،

يا تنهنجي دل هئي پٿر جي پرين،
يا منهنجي آه ۾ اثر نه هَيو،

روڪ آڏ ۾ نہ منهنجي قصي کي،
درد ايڏو پي مختصر نه هَيو،

پاڻ تي روئي ماٺ ڪئي آ سون،
پر ۾ جڙ ساٿهن جو گهر نه هيو،

رات ”تَبسُم“ اُهو مليو ته سهي،
اڳ جهڙو اُهو مگر نه هَيو،



دل ۾ اَڄُ رات تنهنجي ياد وري آ شايد.
اونداهيءَ رات ۾ ڪا چٽنگ ٻري آ شايد.

ريءَ برسات سڄي رات پُسيو آ دامن،
دل ڪي اکين مان ڳُجهو دريا دري آ شايد.

تنهنجي واعدن جي اَجان اعتبار تي آهي،
دل منهنجي ناهي ڪا پٿرن جي پري آ شايد.

ڪير ايندو ڇو هتي ڪير سڏيندو مون کي!
دل ڇري آهي خالي گهر کان ڀڳي آ شايد.

تون پنهنجي شوق سان ها شوق سان ڪر ظلم و ستم،
ڪا ”تَبسُمَ“ ۾ اَجان ساهه ذري آ شايد.



شوق چولين منجهہ ڇُلان ڇُلان.
تارِ درياھہ منجهہ تران تران.

مُحبت مَنَ ۾ مچُ مچايو
روح چوي رچُ اچان اچان.

دل جا دفتر سانديؤن گهمان پر،
ڪنهن نہ پڇيا ڪنهن کي چوان چوان.

تو پي نہ جاتا نينهن جا ناتا،
سُورَ انهيءَ منجهہ سڙان سڙان.

عشقُ اکين مان جرڪي جيرا،
تانگهہ ڪيئن ”تبسُمَ“ الان الان.



خَطَ ڪڙڪيءَ مان ڦاڙي، اُڏاري نہ ڇڏجو.
منهنجي چاهہ کي چِيهاڙي، اُڏاري نہ ڇڏجو.

چندِ چُغلخور آهي سُس پُس ڪندو سين سان،
پنهنجي ڳوڙهن کي ڳاڙي، اُڏاري نہ ڇڏجو.

ڪيڏا چيت چاندوڪين ۾ مان خواب پوکيا ها،
منهنجي خوابن کي ساڙي، اُڏاري نہ ڇڏجو.

مَنَا پوهہ جي پارن ۾ سگريءَ پرسان ويهي،
پنهنجي سوچ سان سلهاڙي، اُڏاري نہ ڇڏجو.

وَڳَرَ پکين وچ ۾ ''تبسم'' پي هڪڙو
'تَبَسُمَ' کي رڳو تاڙي، اُڏاري نہ ڇڏجو.



ميڪدن ۾ شراب آواره.
روشنين ۾ شباب آواره.

جو وڻئي ڳاءِ، گهاءِ اي راڳي-
اڄ سڄو ڪر حجاب آواره.

هم نشينو نہ ٿيو اُداس اِجهو-
رات ڪٽندي رَبابُ آواره.

زندگيءَ جي سڄي ڪتاب منجهان-
عاشقيءَ وارو بابُ آواره.

امتحان سَوَ دفعا ڏجي ليڪن،
مُمتَحِنَ جو نِصابُ آواره.

لفظَ، فن، سوچ، فڪر ڪُجهہ نہ بچيو
هڪ رهيو انتسابُ آواره.

روز توبهہ جا پَهہ پچايان پر،
روز روڪي ثوابُ آواره.

نيڻ روئي رڻانيا ليڪن،
اَشِڪَ اج پيي اَڃان بہ آواره.

دلدلن مان بچيا تہ چيخي پيا،
سامهون ٻيو سراب آواره.

هٿ لڪيرن جي ليکي چُوکي ۾،
جنترين جو جواب آواره.

ماٺهن چيو اَچي پُڳو "تَبسُم"!
هُوءَ پُٺڪي جناب آواره.

❶ رڻانيا: سُڪي نوٽ ٿي ويا ❷ دَلدَل: آلي زمين جو اُهو حصو جنهن مان نڪرڻ جي ڪوشش ۾ ماڻهو تيئن ڦاسندو ويندو. ❸ مُمتحِن: امتحان وٺڻ وارو ❹ آواره: پريشان



تنبور جي تارن ۾ وڄي تارَ آزلَ جي،
هڪ شاهه پنائيءَ ۾ بي سامي، سچل جي.

تون بول اُتي بول، اُتي بول تنبورا،
ڪي دوها ڪبيري جا ڪا دانهن ڏکيل جي.

آڙاهه سڄو ساهُه نه وڙاهه نه واهي،
هڪ تار ٿي ڇڪتار ۾ تين جُوءِ جَبَل جي.

ديوار جي پاڇن ۾ ڪٽيو دؤر عمر جو،
ٿي تاڪ ته پوءِ آس اڃي تاتي عَملَ جي.

ساميئڙن ڪو پهَرُ ڪيو ربنَ بسيرو،
ويڙهيون وبا، وبندي پڙچ ۾ هر ياد محل جي.

جوڳيئڙن جي سينَ سڄو چين ڦتايو،
بي چين آ "تبَسُم" ڪا پسيون راند رَمل جي.



ڪڏهن لڇبو ڪڏهن پُڇبو، رات رَمندي ويندي،
نيڻ روئندا، پُور پوندا، باک ڦٽندي ويندي.

پريت پاڳل، عشق اڻ جهَل، بعضي بادل، بعضي جَل ٿَل،
سِڪَ ساگر، اک اوتر چاڇوليندي ويندي.

قُرب ڪاڙهو، پريت پارو، ڪڏهن سانوڻ، ڪڏهن سيارو"
حُسن هاڙهو، سُونهن ساڙو، جند جلندي ويندي.

سوچ سهڪي، ديد دَهڪي، سڏڪا پَڙِڪي پُٽِڪن
درد ڏوٽو، اک وساڙو، پيچ پچندي ويندي.

عشق، آرهڙ، سنڌو، سينو مُند تي مچندا ويندا،
سُرت آوي، سوچون تاندا، باهِه ٻڪندي ويندي.

چنڊُ چڙهندو، عشق اُٿندو، دَردِ دُکندو ويندو،
چاهُ چُرندو، شوق چُلندو، چاتي چچندي ويندي.

ساهَ سُوسَٽ، شونق پنيت، چاتي شعلا چچڪي،
نينهن نت ڪت، عشق اڻ ڪٽ، ڳالهه وڌندي ويندي.

روز آلا ۽ جُهڙالا نجهر نيڻ مُنهنجا،
ريءَ موسم او "تبسُمَ"، بوند وسندي ويندي.



اڪِ عشق تي هرڪي آ، هِنَ هُنَ جو گُمان آهي،
سڪ سيني ۾ سنجري آ، سينن جو گُمان آهي.

ڪنهن تند جان تپجون ٿا، ڪوڪنڊ تي ڪپجون ٿا،
بيجل آ جو بولي ٿو ماڻهن جو گُمان آهي.

تارن ڪي ڳڻيون پيا ٿا، شُوڪارا پريون وِٺا،
ڪنهن سونهن سلهاڙيو آ، سارن جو گُمان آهي.

ڪا ڪُونج تي اُڏرون تا، ڪويل تي ڪُوڪاريون تا،
ڪنهن پُور ۾ پچرئون تا، هر ڪنهن جو گُمان آهي.

ڪنهن شينهن جو چَڪُ آهي، سِڪَ وارو سَبقُ آهي،
عين عشق جي فرحي آ، اڪرن جو گُمان آهي.

اِهو عشق آڪاڙو آ، هر روز ٻِلهاڙو آ،
ڪو جيتي ڪو هارائي، نَوَنِ جو گُمان آهي.

چنڊَ وانگي چٽا آهيون، ڦِريا نہ ڦِٽا آهيون،
هيڪل نہ ٻٽا آهيون، ٻنهن جو گُمان آهي.

ڪو مجُ تي متا آهيون ۽ سَچ تي ڪُتا آهيون،
گهاٽن ۾ گنا آهيون، غمزن جو گُمان آهي.

ڏڏڪين نہ دهلباسين، ڏُو ڏُو ڪندا ويندا سين،
ٻَڪَ پار تي ويندا سين، موجن جو گُمان آهي.

ڪيس عشق ٻَرا ڏي تو، پر پوءَ يي نَرا ڏي تو
نَڪَ جو آ پَڪو "تبسُمُ" يارن جو گمان آهي.



ڪَنڌيءَ تي ڪو ٻَيڙو، نِما شام ڏاري،
اَڪيلو اوبرو، نما شام ڏاري.

اِجهو چنڊ اُڀريو اِجهو ياد آئين،
هينئون ٻيرو ٻيرو، نِما شام ڏاري.

اَچان ٿو اَچان ٿو ساروٽين کي چئجو
وِڃائن نه ٻيرو، نِما شام ڏاري.

تِکو تيز طوفان، گجگوڙ اُڀ تي
گهٽائن جو گهيرو، نِما شام ڏاري.

اَسان گهاءَ "تَبَسُمَ" مَسين هِن مِ ميساريا،
وري ٿا وِڪيريو، نِما شام ڏاري.



روشنين ۾ اُونداهيون ڪٿان ٿيون آچن،
سوجهرن کي هي ڦاهيون ڪٿان ٿيون اچن.

پيارَ جي ڪِٽ کي پِي ڪائينديون ٿيون وڃن،
الله ڄاڻي اُڏوهيون ڪٿان ٿيون آچن.

واهيرن ڏانهن ورندي ٻـ ٻجندا رهيا،
آسمانن ۾ ڪاهيون ڪٿان ٿيون آچن.

ڪوس ڏهر ۾ چانڊوڪيون ڳُنيون پئي وَڃون،
سور مانجهن جيئن ڏانهون ڪَتان ٿيون اڄ.

روز جذبن کي سنگسار ڪيو ٿو وَڃي،
روز ❶نرڄن ۾ چاهون ڪَٿان ٿيون اڄ.

ڪنهن جي يادن جو ملهار هو جاڳ ۾،
ننڊ ۾ پر اُماڙيون ڪَٿان ٿيون اَڄ.

اندلٺ خود فريبي ۽ ڌوهي لڳي،
اَڄ هي آڌمن جون ٻاهيون ڪَٿان ٿيون اڄ.

هر ستاري کي ”تَبَسُمَ“ هُئي هٿڪڙي،
سوچ کي پوءِ ٻه ساهُون ڪَٿان ٿيون اَڄ.

❶نرڄو: سخت – پٿر دل



تنهنجو نالو تہ لار جهڙو هو.
خوشبوئن ۾ بهار جهڙو هو.

تنهنجي نالي ۽ ذڪر ۾ جانان،
لطف چنگ ۽ ستار جهڙو هو.

تنهنجي ديدن جي سُڌ نہ پئي توکي،
دامُ ڪُنديءَ يا چار جهڙو هو.

چند، پاچا، هڳاءَ، سموندَ ڪپر،
سارو ماحول سار جهڙو هو.

تو چيو تڏهن چُپِ ڪئي ”تَبَسُمَ“،
نہ تہ ’چريو‘ لفظ خار جهڙو هو.



ڪي خالي لفافا ڪي خط تنهنجا ڪجهه سانڍيل تنهنجون تصويرون.
منهنجي ساري حياتيءَ جي مُوڙي تنهنجون يادون تنهنجون تحريرون.

ڪُجهه عڪس هوائن جي رُخ تي، ڪُجهه نقش ديوارن جي مُک تي،
ڪُجهه باک ۾ رقص وچوڙن جا. ڪُجهه چيٽ جون سارُن چاندوڪيون.

تنهنجو منهنجو هي جيڪو عشق هيو، ينهن کان سنڀاليو ڪين ويو،
مون کي چاهڻ تي هو ماڻ گهڻو توکي معشوقيءَ جون مغروريون.

هڪ مومل هڪڙي ليلي هئي، هڪ شيرين ۽ هڪ هُئي انارڪلي
محلن جي سميرن عشقن جون صدين کان ئي ساڳيون تقديرون

هن هيل هجر جي موسم تي. ڪلهه رات کان "تبسُم" سوچيم پئي،
تو جهڙا وري ڪي ڳُل ٽڙندا. وري خواب پيي گُهرندا تعبيرون.



هُوءَ ملي ئي مَس ته انديشو وري
هُنَ جي وڇڙڻ جو ستائيندو رهيو

دل کي واڳيءَ تي وجهي پلجي وئي
ڦالتو ڪپڙو عمر سُڪندو رهيو

روز ڪنهن جي ياد تاريندو رهيس
روز ڪرڻي ياد پر ايندو رهيو

شغل هن جي وڇڙجڻ ڪانپوءِ جو
لڙڪ اوجاڳا ۽ اوسيئڙو رهيو

هن اکيان لفظن ۾ قدمن جو سڄو
ضابطن بي ضابطي ٽيندو رهيو

o هُوهرا تي وئي اسان جي پيار جي
ڳالهه ڇا هُئي جنهن جو ڳالهوڙو رهيو

تنهن کي پي "تبسّم" ته ڪو توجهه ڪپي
تو اڳيان جو بار جان روئندو رهيو

❶ مشهور ٽيڪ



ها مان تنهنجي بنا ڪُجهہ بہ تہ ناهيان!
تون جي گَڏُ گَڏُ هُجين پوءِ مان آهيان.

ڇيريون پائي ڇُلان، مُشڪ مهڪيون گهمان،
ڦيريون پائي ڦِران تنهنجي آجيان ڪيان.

پنبڙين ۾ ڪُل ئي عَڪس پوئي رڪان،
روُحَ جي رحل تي سُونهن سينگاريان.

آءُ چانڊوڪيون پي ستائين پيون،
آءُ مون ڏي وري تہ مان خوش ٿي ڪلان.

مُند مُرڪي پوي، جيءُ جَرڪي پوي،
تون جي هيڪر اچين تہ مان جُهومان نچان.

توسان جڏهن مِلان توکي ڏاڍو وڻان،
پاڻ کي تنهنجي لئہ ناهيون پيو ناهيان.

پنهنجي ''تبسُمَ'' جي مان ڪائي مينا هُجان،
مَنَ مِنوءَ ساڻ مُرڪي منيون ڏئي مِلان.



جيئن ئي سامت ۾ آيو تہ سوچڻ لڳو:
سُونهن هئي رويرو يا ڪو هو زلزلو.

دير سان هُنَ سنياليو تہ هن وات تي،
قافلي سان هُيو هو اَڪيلو نہ هو.

هُن جو وِڇڙي وڃڻ تلخ هو تُوهَہ کان،
هُن جو ميلاپ ماکيءَ مصريءَ تڙو.

انتظارن ۾ پٿر ٿي ويا نيڻ پر،
اعتبارن جو قائم رهيو ڀروسو.

او ڙي بادل! ڪڏهن گرجي برسي بہ وڃ،
روز ڀرجي اچين، روز ڏين آسرو.

عشق اُبريو تہ سگريون ٿي سينو ڀريو،
شوق ڇُلڪيو تہ دل جو وڌيو ڌِڪڙڪو.

ڪاسبي تي وسين ۽ سِڪائين ننگر،
ڪجليا بادل تنهنجو مَنَ ڀي ڪوتو لڳو.

روز ”تَبَسُم“ هوائن جا رستا جهلي،
روز ڪنهن ڪي صدا ۾ سڏيندو رهيو.



دونهاتيل دونهاتيل حياتيءَ جُون واتون،
هي سُنسان رستن تي وِسميل ڏياتيون.

اوڙي ميت منهنجا، اوڙي ميت منهنجا!
نہ وچ تون نہ وچ تون منهنجو من اُساتيون.

اُداسين پڪاريو ڪنڊيريو خُدارا!
هولين رنگ هوا ۾ شُعاعن جون ڇاتيون.

نہ مان تنھنجو راڻو نہ منھنجي تون مومل،
نہ مان ڪاڪ ڪوري نہ ڪِسنيون توڪاتيون

سانوڻ رنگ اکين ۾ سکين منجھہ سڏڪا،
نہ پلرن جو پاڻي نہ مَنھنِ ۾ ماتيون.

او سنڌ جند منھنجي ڪو نظري ويو توکي!
نہ شاديون چنن ۾ نہ پيرن ۾ پاتيون.

ڪو ساٿي ڪو سرتو سمي کي بيھاري،
ڪو رمتي کي روڪي ڪٿي کوھہ ڪاتيون.

اڪيلين ڳلين ۾ ازل جون اُداسيون،
تنھائي ”تبسم“ پرائي پنواتيون.



در وٽ پيل گُلدان کي نِيشو هنيون گذري وئي،
جڻ ساهه واري رڳ مٿان شيشو هنيون گذري وئي.

آدرشَ تِرورَن جيان اُڏامندا رهيا،
اهڙوانا جي ڪياڙ تي نؤنشو هنيون گذري وئي.

دَر زور سان ورائي، بئي تاڪ ڏئي ڪري،
خارن مان ڪُلف جي مٿان ويڇو هنيون گذري وئي.

ويڇڙڻ جي دؤر جي سڄي پيڙا ٻُڌي ڪري،
ناقابلِ يقين جو شُوشُو هنيون گذري وئي.

پهتي تہ ڪيس ٻوڙي ''تَبسُمَ'' ڳراتيو
ايڏي وڏي اُتساهہ تي موشو هنيون گذري وئي.



مُحبتون ورچيندي تون لمحن جا پيمانا نہ رکُ.
چاهتون آچيندي جانان، بندشون بي جا نہ رکُ.

موسمون ڪونجون ٿي ورنديون، پر سمي وارا پکي،
جي اُڏامي ويا سگهي، تن لاءِ ڏکي جذبا نہ رکُ.

نرم لهجن ۾ تکن لفظن جا ڪوڪا رَلِ نہ دوست،
کنڊ يا ڳُڙَ چاشنيءَ تي، زهر جا ٻُرڪا نہ رکُ.

ڪَنَ مَروتي، جهُوتي، هوريان چيو ٻروتي ڪي چريا،
چڏ تہ پؤنرو ٻُوسي مڪڙيون، تون مٿس پهرا نہ رکُ.

ڌرتتيءَ جو باز پڙڪيو جهرڪي وئي وِسمي سجي،
هُوءَ پناهون پئي تلاشي، موت جا مارا نہ رکُ.

مُرَوتون ايڏيون نہ ڪر جو زندگي ياڙيون وتي،
دوستيءَ ۾ تون ارادا، دشمنن جهڙا نہ رکُ.

اي ڪويا! هيءَ شاعريءَ جي ذات تقدس گهري ٿي،
جيت يا ڪا هار سوچي، راند جا مُهرا نہ رکُ.

تنهنجي پڙلاون ۾ پنهنجي نُوع جي پيڙا الڳ،
تون صدائن ۾ پَپِيهَرَ ڪُونج جا لهجا نہ رکُ.

بادواڻن جي وٺين مان نئون صُبح جهَلڪي پيو
رات جي بي خوابين جا يادِ افسانا نہ رکُ.

آرسي سامهون رکي پاڇن جي دل جوئي ڪندي،
آٿتون چَپَ تي هٿن ۾ سنگ يا تيشا نہ رکُ.

رُوحَ جي گهرائين مان،دلبري گهرجي پرين،
آجيان جي اهتمامن ۾ رُڪا جملا نہ رکُ.

هن پهاڙين جي سفر ۾ پٿرن تان گُذرندي،
روز پيو ڦٿبين او رمتا! درد جا ليکا نہ رکُ.

موسمن جي بدلجڻ جو چاهتن سان چا ❶سنبندڙ،
مُند وارين مصلحتُنِ ۾ قيد اک آرا نہ رکُ.

قيد خاني ۾ پکيءَ ليلائيندي چيو اي ڏَٽي،
مرهمن وارين دٻين ۾ آس جا ڦندا نہ رکُ.

هڪ گُلن جي وات ڏي ۽ ٻيو شڪاريءَ گهات ڏي،
هر طرف کوليون "تبسّمَ"، دل جا دروازا نہ رکُ.

❶ سنبندڙ: لاڳاپو، واسطو، تعلق



هر شيءَ جي اک ۾ زندگي ڪيڏي ٻنل رهي.
ڪنهن ماڻڪيءَ ۾ روشني ڪيڏي ٻنل رهي.

آبادين جا اثر وڏي جهنگلن تي پيا،
ويرانين تي چاندني ڪيڏي ٻنل رهي.

هي شهرَا جي سَرابَ کان بيٺا سڦاڪَ ها،
بهروپين کان درسني ڪيڏي ٻنل رهي.

مصنوعيت جي جار ۾ مُرڪون لُڇي ٿڪيون،
هيڏي بَلبَ. مٿان پني ڪيڏي ٻنل رهي.

هڪ بوسنيا جي ڪامڻي دُشمَنَ چُٽي پئي،
ويچاريمر. پنهنجي وني ڪيڏي ٻنل رهي.

تقرير ڪانپوءِ دل گهريو ڪيس گُل وجهان مگر-
ويسهُ ٽُٽل شرڌانجلي ڪيڏي ٻنل رهي.

ريشمر نِهارَ گهُورون ڪوڙ ميشينديون رهيون،
دل ۾ اوهان لئه ويشني، ڪيڏي ٻنل رهي.



ڏُنڌَ پاڇن ۾ حياتي باک ڳولهيندي رهي،
خاڪ ۾ ٿاندا، ڏکيل چڻنگون تلاشيندي رهي.

آس جو صحرا نہ ڪٽڻو هو نہ ڪي مون کان ڪٽيو،
تاس، رُڃ جي واٽ تي ڪيڏو رُلائيندي رهي.

زندگي جي دائري ۾ خواهشون گهيريل رهيون،
حالتن جي تاڃي پيٽي ۾ عمر لڇندي رهي.

ڪنهن نہ ڇاتيون سمنڊ ۾ اُپ پار جون گهرائيون.
سوچ ڪي پوءِ پي خلش هر هر ستائيندي رهي.

منهنجي قاتل کي تلاشڻ مونسان گڏ نِڪري پئي،
ڇا تہ سياڻي هئي سمورا شڪ مٽائيندي رهي.

مان تہ مايوسين ۾ ”تَبسُمَ“ مات ٿي ويهان مگر،
هر دفعي هڪ نئين تمنا آٿتون ڏيندي رهي.



ڪوڙ سپنا ساپيان جي آس ۾ دفنيا ويا.
هي سرابن جو سفر صدين کان پيي ناهي کُٽو.

شهر جي سُنسان رستن تي آسَر جون چاندنيون،
رات پير روئندو رهيو مڪليءَ کي ڳل لائي نٽو.

زندگي جي رائي ۾ هر واٽ تي پُلجي پيس،
ڏنڏلن رستن جو ڪو پيي ڪين هو نقشو ڇٽو.

هر ڳليءَ جي ٻئي سري جا بند دروازا مليا،
هر دفعي هر موڙ تان توڙي جو نئون رستو مٽيو.

ڪُل وڃوڙن جا ترانا شاعري ٻڌجي پيا،
ڪوڙ اظهاريو "تبَسُم" پوءِ پيي غم ناهي گهٽيو.



وبندي وبندي گلابُ ڏيندا رئي،
سوچ جونئون سراب ڏيندي وئي.

هُنَ نهاري ڇڪيو متئين ڇپَ کي،
بينلن کي حساب ڏيندي وئي.

ڪوريءَ ململ تي ڇينٽ اَجرڪَ جي،
خالي نيڻن ۾ خواب ڏيندي وئي.

اڱڻ مان گذري هير ڪيڪاربس،
سرڪي هن کي جوابُ ڏيندي وئي.

ميلي ۾ بينو هو تہ ”تبسُمَ“ کي،
ڪو ڪهاڻي ڪتاب ڏيندي وئي.



رات ننگر جي ياد ڪتوري، ساءُ سموري سانپر هئي،
ماڪَ سان مهڪيل چيٽ ڳلين تي، باک رنگن جي جهرمر هئي.

ڪُونيٽ ڪوليا، گهونگهٽ رُتِ جا، اُتساهن منظر ننگر جا،
پس منظر گهنگهور گهٽائون سُواريل، جنهن تي سهٽي گُجر هئي.

سرتين سويا ساڳَ پلُرَ جا، سوتيا سُکَرَ ڏينهن سُهراڻي جا،
روهيڙن جي راسوڙن ۾، ٻاٻيهن جي ٻُرٻُر هُئي.

اتليو آگم برسي برڪا، اُڀَ جَڳَ ڪي اَرپيا سنديسا،
ڪور تي جهومي جل ٿل راڌا، شيامَ هٿن ۾ بينسر هُئي.

تارِ ترايون، شاهه جون وايون، ڳايون چڙهي سِجَ ڳوٺن تي،
مور، مُرايون، سونهن سوايون، سانجهيءَ لاتي سُرپُر هئي.

ڪڪرين جي ڪاراڻ اَمبر تي، خوشبو ڪيڪاري ساري ٿر ڪي،
ٻولي پپيهَرُ سائي سَرَ تي، ڪنوٽيون سموري ڪيترِ هُئي.

ڪارونجهر تي جهڪَ ڪڪرن جي، آندي "تبسمَ" ڳرُ ڳيُرن جي،
سيج سُرهاڻِ ۾ هيجَ هندورا، موج سموري ماٿر هئي.

موسيقي، موسم ۽ تبسم




اوبرڪا رُتِ جي چانڊوڪي، تون اُپ تان اڄ لهين مٿان
ڪا سُونهن ورڪا پئي ڪري، سَڌي پئي زندگي اَڇان.

هو چنڊ چؤنري تي چڙهيو ۽ گيت ڳَگَنَ تي ٻُريو
تون چئين تہ سازتي ڇڙان تون چئين تہ جهانجهريون ٻڌان

هي مُرڪي مَڌُ جون ماٽيون او موڪي ڏي پريون پريون.
وَري وَري ڏي وهـ وٽيون آمرتا اوٽَ ڪر اَچان.

هي واءَ ڪي هڳاءَ جي مليا تنهنجي ڇهاوَ کان،
جتي ٿئي ڇاٽ مُرڪ جي ڦُٽي پرهہ اُتان اُتان.

ڪو هنج سرَ مٿان اُڏيو تہ ٿيو گمان ٿهڪ جو
ٿي ڊيل مورَ مست وَيا، ائين سڪئين ٽلڻ ڪٿان.

جي چئين تہ جُهومان واءُ ٿي ۽ اُپ ٽائين وَڃان اُڏي،
يا چئين تہ ڪارونجهر جيان ڪوآڙ ٽريو ٽَڪرُ ٿيان.

هي منهنجيون ٻانهون ٻالڪي تون گهُمر گگن تي گاج ٿي،
۽ ٻادلن تي ڏرِ قدم پَدَمَ پَدمَ ٿئي ضُوفشان.

چوين تہ سارا سوجهرا ۽ سُونهن توکي سونپيان،
ڪتيون، ستارا، ڪهڪشان آءُ تنهنجيءَ ڳُت ۾ ڳُنڍيان.

هيءَ چولي چولي سمنڊ جي ڇُلي پئي تنهنجي چال تي،
تون چاهين توکي ڇا خبر، آءُ ڏس منهنجين اکين وٽان.

ڪا ڪؤنرو ڪاهيندي اَچي مجاز ۾ مٽي وٽي،
او داسڙا! تَو در مٿان ڪنهن حُسن اج ڪئي هَلان.

هو چنڊ تنهنجي آرسي ۽ سُونهن ڇَڻ سرسوتي،
هيءَ رات ”تَبَسُمَ“ اُٿي، چوڙ لڳي ڇُمان ڇُمان.



نيٽن جي ڪائنات ۾ آرمان سُتل ها!
٥ننگر جي ٺريل رات ۾ سَوَ سنڪ چِڙيل ها.

سوچون ڦِري گهري تنهنجون ڳالهيون ڪيون وڃن
حالانڪ لاشعور ڪي ڪم پيا ٻـ ڳپَل ها.

وَر وَر پَلڪُ چڏايون پئي موتي بهار ڪان،
هِنَ سار جا سِرا جو سيئي مون سان جُڙيل ها.

هُن ڪان الڳ رهي مون ڪنيو جيڪو وڇوڙو،
سي پهر تـ چا منٽ ۽ سيڪنڊ بـ ڳٺيل ها.

٥ ننگر پارڪر

پلجي پيا لُڙڪ تُنري جي لُوٽاني وات تي،
نيڻن جي سڏيا واهِرو سي پاڻ پِنل ها.

ڪاراتجي ويو لوڪ جو ڪارنهن جي چڪر ۾،
تنهن لوڪ جا رخ پنهنجا پي ڪارنهن ۾ ٻُڏل ها.

اٿواقفن جان گذري ويون عزيز صُورتون،
جڻ خانقاه ۾ ڪي مسافر بہ تڪيل ها.

هڪ پُلصراط سوچ ۽ ٻيو درد پُلصراط،
احساس جي هر پاسي احتساب تنگيل ها.

آڱرين تي پئي ڪندو ويس حساب ملڻ جو،
هينئن جو مُڙي ڏسان تہ ڪُل ئي سنگ سٽيل ها.

آڪاش جي ڏرتي تہ پڪي سَرتي آ ليڪن،
ڏرتيءَ ڪي جنم ڪُنڊليءَ ۾ وبساهَہ ٻڌل ها.

هُن جي وجڻَ ڪانپوءِ مَتي جُوءِ رونقن،
هُنَ بعد ”تَبسُمَ“ جا سيئي رنگ قِتَل ها.



چنڊُ اُجالن ھرندي پيچا ڪيٽن ڪجن تانداٽن جا.
سونهن جي ورسيل نگريءِ ۾ گسُ، چو ونجن انڌيارن جا.

نيڻ ڳلين کي نيندون پهتيون ڪوڙا چي ڪن خوابن جون،
سِينڌُن سان سنديسا پهتا، سنهسين رات ستارن جا.

آءُ گهڙين جا درد ورهايون، تون مان وڃي ھڪ ٿئي سان،
شام انڌيرا پاڇا منهنجا تنهنجا پل چاندوڪين جا.

ڪنهن جي خيالن جي هُبڪارن واس ڪيو دل وستيءَ ۾،
واءُ نئين سر ساءُ ڏئي ويو، ٿڪي تاڪ دوران جا.

تنهنجي ياد جي ڏارائن ۾ ٻڌندي ترندي آ بيڙي،
آڳل، پاڇال ٿئي تنهنجا ھن، منهنجي سوچ سنيارن جا.

مان جاٽان ٿو تون ئي آهين، سامهون چنڊ جهروڪي ۾،
ها پر ڪيئن پچان مان توکي، پڪڙي پنک اُڏارن جا.

ٻاک جو راهب باسي ويو آ، وينگس تنهنجو واسو پر،
ڪير هوا جي پوبان ڊوڙي پڪڙي رُخ پولارن جا.

نيٺ تہ ٿڪبين آشائن جا ڪاچا ڳولهيندي ”تبسمؔ“،
ڪيئن پائيندين پاڳل ماٺهو پاڇا سوچ سرابن جا.



اُپ تـي اُداس يـادون اُڏرن رڪـي رڪـي.
خـامـوش واديـن ۾ سـڏڪـي پـئـي سَـڪـي.

دل جي اُونداهين جون هُوءَ روشنيون ٿي ڳولهي،
اي رات ڏيـري ٻَـر تـون چـو ٿـي ٻَريـن تِـڪـي.

ماڪيءَ جي لاريا ڪنهن وهـ جو ڳـنـڍو هُئـي!؟
چاهت جيڪا بـ هُئي، ڪٽي هُن چاهـ مـان ڇَـڪـي.

پن چِڙ جي پيلي چنڊ سان راتين جو ويهي اڪثر،
دل جون سلي اُداسيون سامهون ڪـڏهـن لـڪـي.

هيڏيءَ اُوبل ڪنهن ڪان هوءَ نوبل سين سِـڪـنـدي،
جوڳين جي وَستين تـي اُونـداهـي پـئـي ٻَـڪـي.

هُن سِنک جي صدا جا مندر جي مـورتـيـن ڪـان،
ڇا ٿو اثر پُڇين تون مـون ڪـان تـون پُـڇ مُـکـي.

ڪو رمتو آ جو "تبَسُمَ" سرتيءَ کي ٿو سـنـيـاري،
تون پنهنجو ڪُوڪِ ڪوبل ڇو آن ڪِڪِي وڪِـي.

❷ نوبل: نئين، پهريون دفعو ❷ سِنک: وڏن ڪوڏن جو ٺهيل ساز، اڪثر مزارن تي فقير وڄائن ٿا. ❸ مُکي: سردار، هندن جي ٽولي جو وڏو ❹ رَمتو: دڳ ويندڙ ❺ ڪِڪِي وِڪِي ٿيڻ: ڇڪي ٿيڻ، پشيمان ٿيڻ



هڪ درد دلفريب ۽ ٻيو خواب دلفريب،
هن سوچ جي فريب جو سراب دلفريب.

آوارگين جي شوق ۾ منزل نه ڪئي تلاش،
منهنجي سفر جو جانان هر باب دلفريب.

ڏک جي نفاستن ۾ ئي ڪاٽيم سڄي حيات،
هن ڪيف جو اصل ۾ هو عذاب دلفريب.

ڪجھ مِرگھ ترشنائي ڪجھ خَنِثَ چاھ جو،
بنھن جي ربط ڪيو سچو ڪتاب دلفريب.

مون زندگيءَ کان سوال ڪيو چاھي زندگي،
مُرڪي چيائين موت ڪي دولاب دلفريب.

ھُوءَ ئي سچي ھجوم جو مرڪز بڻيل رھي،
ھو سونھن جي نماءَ کي نقاب دلفريب.

مصور، نگار صورت حيرت ڏيون وئي،
ھر وصف جو رکيل ھيو حساب دلفريب.

منھنجي جنونيت ئي جِلا جو سبب بڻي،
اوھان کي نہ تہ اڳي ٻيي ھو شباب دلفريب.

ٻي ڳالھ آ جو "تبسَمَ" توکي نہ آئڙيو،
نہ تہ پنھنجي ٻرِ ۾ ڪيڏو ھو گلاب دلفريب.



ساگر تان اُڏيا سپنا.
لهرن تي لڏيا سپنا.

ٻانهن تو ڳچيءَ پاتيون.
ڇا ننڊ آئيا سپنا.

آرس تو پڳو سانئڻ.
پردن مان ڇڻيا سپنا.

ويهائي هينان وينگس،
ڪنهنجا تو رکيا سپنا.

آڪاس جي جهرمر ۾،
رنگ رنگ رتا سپنا.

يادن جي ڪوهيڙي ۾،
اُيريا ۽ اُلهيا سپنا.

تو وار ڇڏيا کولي،
ڪيڏو نہ لُڇيا سپنا.

جوڀن جي جهروڪن مان،
پيريءَ ميڙيا سپنا.

مان ڪيئن پلا پلجان،
جي سنڌ ڏنا سپنا.

پريات جي ڏوليءَ ۾،
ڪِرڻن جا پڳا سپنا.

هوءَ ڪوڙ ڪنديريون وئي،
”تَبسُمَ“ چونديا سپنا.



شهر جي ڏنڏ، ياچن ۾ وچايل ڳوٺ جو ماڻهو،
وچارو، ياوڻائن ۾ وڪوڙيل ڳوٺ جو ماڻهو.

يڪو ئت پاٽ تي بيٺي تڪي هُن پيهه رستي جي،
هزارن جي هجوم ۾ هي گهيريل ڳوٺ جو ماڻهو.

ڪيائين پار پئي رستو ته چيڪاٽيون ڪيون ڦيٿن،
ڪاون مان ڪاوڙيل چهرا ۽ سهميل ڳوٺ جو ماڻهو.

ڪي پَلَ سگنل جي پر ۾ گم، هو بيٺو هُو سودائن ۾،
بسن رڪشن جي دونهي ۾ دونهاتيل ڳوٺ جو ماڻهو.

ڳيي ڳولها جي پوبان هُو سيئي رشتا ڇڏي نڪتو،
اڪيلو شهر رستن تي، ستايل ڳوٺ جو ماڻهو.

سنجها جي زرد بتين ۾، سرد روين کان گهبرايل،
اُگهي ڳوڙها انگوشي سان ڏڪايل ڳوٺ جو ماڻهو.

مليشيا واري وردي ۾ وڏي دروازي تي بيٺل،
ڏِسي ديوار پاڇي ۾ ڪو ليٽيل ڳوٺ جو ماڻهو.

پريان هُن مل جي چُمنيءَ مان ٽڪيون، ڳاڙهيون اُڏيون چٽنگون،
ٻَرِي پيون ماڻڪيون، هن جون وِساٽيل ڳوٺ جو ماڻهو.

هينئين ۾ هر گهڙيءَ هن کي هُري پئي ٻار جي هونگر،
وساميل دل ڪنيون سُڏڪي، سراپيل ڳوٺ جو ماڻهو.

ڪٿي ڪنهن شهرواسيءَ کي ملي جي روڊَ ماپيندي،
سمجهجهو سو "تَبسُم" آ. ستايل ڳوٺ جو ماڻهو.



ڏيري ڏيري جهُولن يادون جيئن جيئن جهُوتي هيرَ اُتَر جي.
او سانولڙا هيل هلي آءُ پل پل پڃري رات هجر جي.

هي نم چانئون، هوانب جهولا، سج تڙڪن جا ساڳيا پاڇولا،
تون ئي رڳو هڪ بدليو آهين، باقي ته هر شيءِ ساڳي آ گهر جي.

چت گرمين ۾ تتل وچوڙا، تڇڪيل سج ۾ سوچون ساڙا،
ياد جو اوتر، هاڙهه ڏهاڙا، ڏک نتهڻ ۾ آس ڪڪر جي.

جاڳن پنڇي جل ٿل جهرڻا، برسن اُپ مان آس جا ڪرڻا،
ڪڻچين چيڙيا باک ترانا، ماڪ اُجاري سُونهن سحر جي.

جيون سارو سُڃ جو صحرا، رڃ وسنين ۾ ڪهڙا بسيرا،
گهايل اکڙيون وسميل چهرا، جن کي لَٽيون وئي گردِ سفر جي.

وڻجاري ڪيا قول ورڻ جا، ساريان سدائين سانگ اچڻ جا،
ڪو پرڏيهي ايندم پيهي، روز ٻُهاريان خاڪ بندر جي.

هي جڳ ساگر، ڪاڳر سپنا، جيون سارو ❶مرگهه ترشنا،
ڊوڙان ڳولهيان وڙبان "تبسُم" پوءِ پي نه پايان سانت اندر جي.

❶ رن مرپاڇي؛ جهڙو ڪرڙوڏيک، رڃ



هيڏو وشال ساگر تنها لڳي پيو،
گمنام پيڙا سانپي گُم سُم لُڇي پيو.

تم تم اُداس اُپ جي تارن ۾ سرد رات،
بي انت فاصلن ۾ مسافر رُلي پيو.

آدرش کوڙ سانديون لهرون اچن مگر،
ساحِل رَوش ۾ ساڳيو بي حس لڳي پيو.

پاڻيءَ ۾ عڪسُ ٽڙڪن ڏوران ايندڙ بتين جا،
جهمڪن ٿا نيڻ جَلَ جا جڻ ڪو وري پيو.

سُورج وجائي سپنا ساگر جي تال ۾،
بي تال گردشن کان سايبان گهري پيو.

هر سوچ، سمجهه ڏارا لهرن ۾ گم ٿي موتي،
لوچيندي سارو جيون، جوين جهُري پيو.

اُپ تار لهر "تبسُمَ" اُتساهي ٿي اندر کي،
هي موج اُڪري مانجهي بڏندي تري پيو.



عاشقي، دردَ، جنون، وحشتون ۽ رسوائي،
ساريون آوارگيون، سپنا شباب جي نالي.

تشنگي تيڏي وڏي جيڏو تلاشيو توکي،
سوچ وئي سمونڊ ۾ گهڙندي سراب جي نالي.

رات جي سانت ۾ ڪا ياد پيچي پئي آرس،
آس آءُ ننڊ نگر ۾ خواب جي نالي.

چيٺَ تہ چيٺَ ٿيو پر ڪو بنا چيٺَ اچي،
ساءُ سوچن ۾ پيري ٿيو، گلاب جي نالي.

اڪين سان آچي هو❶ ميشن سان بينو منع ڪري،
حرفتي ڪوڙ هڻي ويو حجاب جي نالي.

سوچ ساپيان جي سڄي ڪائنات تي قابض،
مون ڪان مون ڪي بہ ڦري ويو حساب جي نالي.

رات ٿائلس تي ڪي بلب بتيون جهرمي پريون،
ميڪدو، رنگ، تماشا، شراب جي نالي.

سونهن سونپيا تہ "تبسّم" پي اکين تي چايا،
جستجو، جهَدُ، جمالا جناب جي نالي.

❶ ڪنڌيا اکين جا اشارا ڪرڻ



گهَرَ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ ڪيئي يادون،
ڪيئن نہ ڪائي دماغ ٻولاتيون.

سَرءُ جي شام مَنَ جون پيڙائون،
سوچ رستن تي ڪوڙ ڇيهاتيون.

چند لهرُن، اُداس لمحن تي،
تنهنجي عڪس جون اڻ ڳڻيون ڇاپون.

سرنهن جي وڻ تي سانجهہ پاڇولا،
تنهنجيون يادون هجوم تي آئيون.

تنها ”تبُسمَ“ اُڏار ۾ پنڇي،
واءُ، ڪنوڻين ۾ گهيريل واٽون.



زندگيءَ جون جي خواهشون آهن.
پٿرن تي هلي ٿڪيون آهن.

ڄامشوري جون سڌڪندڙ راتيون،
بيد مُشڪن سان روئنديون آهن.

زرد چنڊ جا اُداس پاڇولا،
خالي رستن تي خاموشيون آهن.

اُوچي لامُن کي واءُ ڏونڌاڙيو
آشيانن ۾ ڪنبڻيون آهن.

هن فيڪلٽيءَ جي ڏُنڌ پاڇن ۾
گونگيون تصويرون پڙڪنديون آهن.

روئندي احساسَ چيو دلاسن کي،
دل جون چوٽون سهڻ ڏکيون آهن.

ڪوئي ڪٽڇي ڪيرايون وبو ڳنڪر،
آس پڙڪي تہ آهتون آهن.

رات پاڇن سان پڙڪي ڳالهايان،
دل لڳيءَ جون ديوانگيون آهن.

حسرتون، آٽتن جي ٿڦڪين سان،
هاڻي اڪثر خفا ٿينديون آهن.

او ڙي ”تبسمَ“! سنڀال تون ورنہ،
ايڏيون يادون چريو ڪنديون آهن.



جاڳ نِڪري تہ ننڊ آرَ ڪَري
خواب بينا رهيا قطار ڪَري

هُن جي چهري اُداس پلڪن تي،
آس جَنمَنِ کان انتظار ڪري

دَردَ جي، جيتري وڌيس مگر۔
عشق جي پي عُمر درازَ ڪري

هُوءَ سهيلين کي ڪيڏو ليلائي،
ڪا! پَهرُ ننڊ جو اُڌارَ ڪري

آرهڙ جي اُداس شامن ۾،
نيڻ تمندا رهيا نيسارَ ڪري

ڪارونجهر جي حسين دامن ۾،
ننگر تي چاندني پسارَ ڪري

جوڌ پُور جي قلعي ۾ سياح، تڪيل،
خاص واقعن جي خبرچار ڪري

ايمپائر اسٽيٽ جي اُوچائيءَ تان،
ڪوئي نيوبارڪ تي نهارَ ڪري

آشائون! ڪُجهہ تہ ڏيرجون ڏاريو
هُو دِشائون چوَنِ پُڪارَ ڪري

نيٺ "تبسُمَ" تنهنجين تنهائين ۾،
ڪوتہ ايندو ڪٿان اُڌارَ ڪري



لارَ لُـڙڪـن ڪـي پـيـار چـئـبـو آ،
سـارَ سُـڏڪـن ڪـي پـيـار چـئـبـو آ.

انـتـظـارن ۾ عـمـر ڪـٽـجـي ٿـي،
اعـتـبـارن ڪـي پـيـار چـئـبـو آ.

عشـقُ اک ۾، نـ ڪـي انـدر ۾ لِـڪـي!
اشـتـهـارن ڪـي پـيـار چـئـبـو آ.

عِشـقَ آرن ۾ ڪـو اچـي تـ ڏسـي،
تـيـز ڌارن ڪـي پـيـار چـئـبـو آ.

پنهنجي پاڇي سان چرڪي ڳالهائين،
اي سکي! اِنَ کي پيار چئبو آ.

نينهُن، مينهَن واءُ ۾ وڏيڪ متو
شوق چولين کي پيار چئبو آ.

اَجنبين وانگي آشنا آهيون،
اِنَ پِرولين کي پيار چئبو آ.

لوڪُ بي روڪ آ پيلي ٿوڪي،
لوڪ خوارين کي پيار چئبو آ.

عمر ير فاصلا رهيا وچ تي،
وچ وچوٽين کي پيار چئبو آ.

سنڌ واسين جون ڪهڙيون تشريحون،
سنڌ واسين کي پيار چئبو آ.

آءُ "تبسُمَ" تہ اعتراف ڪيون.
مَنَ ميلاپن کي پيار چئبو آ.



ٻوٽن جي ٻَرن جهڙا اُڏري، ڪجهه خواب اکين ۾ آيا ها،
تن رنگبرنگي خوابن جا، ڪجهه رهجي ويل پاڇولا ها.

ڪيئن وينگس واءُ ۾ ٻيينگهه وجهي، جهولي پئي هير هندوري ۾،
گهنگهور گهٽا جي ڳلين ۾، هُن ڇا ڇا سانگ سجايا ها.

هُوءَ نَڪَ ٿُليءَ، جهُومر، جهمڪين، نٿ، ڏُهريءَ پير ڪڙولن سان،
ٻهڪي پئي وٺي، جڻ ڇيٽ ڪٽيءَ تي ڇُڻ ڇُڻ چنڊ ستارا ها.

بوندن جي سنهين ذارائن ۾ جل ٿل جهومي جوين مستي،
اي رات پري ڏي پئمانا، اڄ وڻ اسان ڪلُ واريا ها.

مَنَ! ڏاڙهونءَ وڻ جي ڏاندين مان، هو چنڊ اڃان پيو جهومي ٿو،
تون ايڏي اُڀري ڇو آهين، ڪجهه گيت اڃان اڌورا ها.

او راڳي رات نري آهي، اُٿ! جاڳ تہ ڏي سُرَ سازن کي،
هيءَ آڳ تہ ياڳُ آ جنمن کان، تو ڇالئہ پاندَ پُسايا ها.

تنهن ڪاڪ نگر جا ڪل منظر، ڪنهن ڏينهن تہ ساپيان ماٺيندا،
ڪو راڻو ڪاڪِ ڪڪوريندو، مومل جا ماڙ اڃايا ها.

سپ واٽون هن جون بانهون هيون ۽ گهاٽ خماريل نيڻ هئا،
هُن شهر سڄي ۾ جادوءَ جا، ڇا چار وني ٿهلايا ها.

هِن ذات جي ➊ تاجي پيٽي ۾ ڪا لات اڃان پيو تڙپي ٿي،
تون گهاٽ ڇا هٽندين وڻجارا، هي نِينهن "تبسُمَ" نيارا ها.

➊ اُٺاوت جون بر ۽ ڍيگهه واريون تندون



آئينن جون اُداس تصويرون،
ڪِن ڪتابن جون خاص تصويرون.

ريگذارن ۾ قافلن جا نشان،
ريتِ دفنيل هراس تصويرون.

اي زمانا! نہ هُونداسين ليڪن!
پاس هُوندءِ حساس تصويرون.

وقتَ وادين ۾ ڏُنڌ ڪوهيڙا-
منزلن جون اُماس تصويرون.

ڪو سَرابن جو ڪَرب ڪيئن چاڻي!؟
ڪير ڳهوري اُداس تصويرون.

جي پڪاسو جي لاشعور چٽيون-
سي صدين جون آساس تصويرون.

هُنَ سمونڊ پار شيام ناواڻي،
سنڌيت جون سَنياس تصويرون.

او پکيئڙا نہ لَهُہ اُڀرو ٿي-
ڪنهن نديءَ جون نراس تصويرون.

نہ ڪو "تَبسُمَ" نہ توئي ڳالهايو-
جڙ تہ گونگيون بہ پاس تصويرون.

❸ ڪَربُ: درد
❸ اُماس: اُنداهہ
❸ ساڻ: وٿ، گڏ.
❸ پڪاسو: يورپ جو نهايت وڏو مصور، چترڪار
❸ آساس: وِرثُو دولت
❸ ناواڻي: هندستان جي وڏي ڪلاڪاره جنهن سنڌيءَ ۾



عشق جُون تهمتون هزار الڳ
تنهنجو اي زندگي ٻيو بار الڳ

هڪ تہ مُجرم هان پنهنجي خوابن جو۔
ٻيو اوجاڳن کان شرمسار الڳ

اڳتي نکري ويس تہ ياد آيو
پويان رهجي وَيو منهنجو يارُ الڳ

دوستين کي پُڇائيندو پئي وتيس،
جي ٿيون گڏجن تہ خلفشار الڳ

سنڌ جي ٻي خطي سان ڀيٽ نہ ڪجُ،
سنڌ کي پنهنجو هڪ وقار الڳ

ٻوڙان، سهڪان، لُڇان نہ پُورو پوان،
اي عُمرِ تنهنجو اختصارُ الڳ

دشت اُڪري پُڳس تہ عشق چيو
هڪ اڃان ٻيو بہ ڪوهسار الڳ

دَرِدَ جِي موسمن سان ڀيٽ نہ ڪر؟
هر ڏنڪ رنگ کي نکار الڳ

مُند بدلي تہ روئي پيا پوپٽ،
چيٽَ موٽڻ جو انتظار الڳ

توکي ”تبسُمَ“ ڙي عشق ڇا نہ ڏنو!
شُهرتن جو نشو خُمارُ الڳ

❶ خلفشار: فتنو، وڳوڙ
❷ اختصار: مختصر، ٿورو (خلاصو)
❷ دشت: بيابان، ويرانو
❷ ڪُوهستار: جبلن جو سلسلو



پريَنِ پُجاٽان چنڊ جو اُڀرڻ عجب لڳو.
وِڇڙجارو تڙ ڇڏيون وَيو. آتڻ عجب لڳو.

٭شه رڳَ ۾ يادِ نشتر ڪُپجي بيهي رهيا،
هر ساھ جهيرجي ٿو جيئڻ عجب لڳو.

انتظار جي ولين تي ڦُلڙيون سنيارَ جُون،
سپنن جي ساوڪن ۾، سانوڻ عجب لڳو.

سوچن جي دائرن ۾ يادن جا سلسلا،
ايڏا طويل تہ ها، سميٽڻ عجب لڳو.

ڪنهن سوچيو ئي نہ هو تہ ڪو ڳوڻن جا ئي مزاج،
ڪي ايئن بدلجي ويندا، سوچڻ عجب لڳو.

ٿُو آڌو جيئن پڳيون تہ وڏيون تيز ڌڙڪنون،
طوفانَ سامهون ڏيئي جو ڦڙڪڻ عجب لڳو.

اُڏندڙ پکين جي اک مان پنجرن جا پَوَ ڏٺي،
آزادين جا سپنا، ڪُرچڻ عجب لڳو.

خالي مڪان ۾ ڪائي ڪنڪر ڪِري اَچي،
سُنسان گهر جي دَرَ جو ٺڙڪڻ عجب لڳو.

گُمنامين ۾ رهندي احساس ڪمترين جا،
ايذا شديد اُيريا، روڪڻ عجب لڳو.

❷دهليز تي پڄي هو ❸دل هول ۾ مري ويو
هُن کي پنهنجي پرينءَ وٽ، پهچڻ عجب لڳو.

آيل! ❹سُڪاٺا سرَتي کي هيڪل سفر چڏي،
تنها وريا تہ تڙ کي، ٻُهارڻ عجب لڳو.

”تبسُمَ“ جي تن ۾ آس جا، ٻوٽا هٽي ڪري،
تاتي نپائي تن کي جلائڻ عجب لڳو.

❶ شه رڳ: ساهہ ڪٽڻ واري نس، رڳ
❷ دهليز: چائنٺ
❸ دل هول: گهڻي غمي يا خوشيءَ ۾ دل جو بي قابو ٿيڻ
❹ ٻيڙي هلائيندڙ



دَردَ کي آٿتون ڏنيون وچجو.
آس جا ديپ ٻاريون وچجو.

مون وَٽان جيئن اُٿو تہ ياد ڪيون،
پنهنجون يادون بہ گڏ ڪنيون وَچجو.

توهرن اَڳَ ڦُلين ڏي چَورِايو:
”ڪنهن دفعي تلخيون چکيون وچجو!“

آبشارن ندين ڪان وقت ڪڍي-
ريگذارن ڪان پي ٿيون وچجو.

موسمو! پوپٽن تي قياس ڪرَي،
چيٺُ ڪي ڏِينَهنَ وٽن چڏيون وچجو.

نند لهرن ۾ ناوَ سپنن ۾-
رات ڏيري اُڪاريون وچجو.

مينڌرا مَنَ گهُريا وچو تہ آٿا!
پاڻ سُرِڪائي ٻَڪُ چڏيون وچجو.

تنگ ٻُلين مان پنهنجي ”تَبسُمَ“ کي،
ڪنهن سِري ڪان ٻيهي سڏيون وچجو.



هي ڏينهن منهنجي هٿ منجهان پکي ٻڻيا اڏيا وَڃن!
پَلَ پَلَ جا تيز وهڪرا پُل هينان گذرندا وڃن.

واهُوندي ويل جو ڪڏهن. تہ ٻُڏ پکين جون راڳڻيون،
واهيري کي ڇڏيندي ڏور ڳيچ ڳائيندا وڃن.

ڌرتيءَ کي پنهنجون سرتيون ۽ اُپ جُون دوستيون الڳہ
سانجهيءَ جو پر ٻئي جٽا ڪيلاش ڏي ڪَنا وڃن.

هُوءَ چنڊ واري چؤنري ۾ نہ خود سُتي نہ آئون، سُتس،
ٻنهي جي دل پَري نہ هئي تہ پهر ڪِسڪندا وڃن.

ٽيگور چيو ڪبير کي آءُ جهت ڪا ويهي سوچيون،
هي وهٽ هن حيات کي ڪيڏانهن ڪاهيندا وڃن.

تارن، ڪَتين جي ٻانهن ۾ جهُوليندي ڦيريون ڏنيون،
۽ ڪهڪشائون جن تي شُعاعَ رقص پيا ڪندا وڃن.

هو دور جن جي پاند تي صدين جون تاريخون لکيل،
۽ فرد، تن جا جُلدَ ڦاڙي سُودَ پاڙيندا وڃن.

جا وِهُ ڪري وَتم سا تُرش، پاڻ ٿي تِرياقُ پئي،
هي ڪلالَ پي ڪنبي ويا تہ چا پيا اوتيندا وڃن.

"تَبسُمَ" حيات پل هوا جي دُوبَدُو هُجي مگر!
اُتساهہ جا ڏيئا تيئين پساهہَ پائيندا وڃن.

❶ ترش: ڪتو

❷ ترياق: زهر مُهره، زهر جي دوا

❸ ڪلالُ: شراب ڏيندڙ



اُپ تي اُڏامندڙ پکي ڪيڏو ڏکي لڳو.
سانجهيءَ جي ڌُنڌلي چانوَ ۾ هيڪل اُڏيو پئي ويو.

چنڊ کي نديءَ راتِ ڳراتي وجهي چيو
"ڪوئي وِشال جڳ ۾ منهنجو همسفر نہ ٿيو."

جيون جي رڻ پٽن ۾ جياپي جُون ڪوششون-
پوڙهي پکيءَ ڳتيون نہ آچي ڏينديڪرين پيو.

زور سان اُجهڪا ڏيئي روئڻ

بـابـيـهـي گـهـاءُ كـائـي ڏئـو آسـمـان ڏي!
واري سـان هـن پـٽـن تـي پـي بـونـدون وسـائـجـو.

ڪـيـڏي اُمـاس رات آ سُـنـاتـا ڳُـوڪِـرن،
ڪـا رَڙِ ڪِـتـان. او سـاٿـيـو ڪـو سڏ ورائـجـو!

تنهنجي اڳيان جي لڙڪ ڪِـريـا رائـگـان نـہ وَيـا.
تو ڳوڙها خود اُگهيا اچي، سـڏڪـڻ سـڦـل❶ بـڻـيـو.

ڪُجهہ جوش، ڪُجهہ وفائون ۽ ڪي گيت پيار جا،
جو جِـنـد ڪـي مـلـيـو، سـو حـصـو سِـنـڌُ ڪـي ڏنـو.

چِت هينان ليتي ڪا گهڙي گهُوريـم قـنـديـل ڪـي،
جهِمڪي اُجهامي پئي تہ ڏيئي تِمڪي چيو اِجهو.

ڪـا روجـهـہ بـيـٺ تـي ڏُڪـي پـاٽـيءُ تـلاش ۾،
ڏائـڻ ڪـو ڪـيـس ڏِيـر مـان تـاڙي پـيـو يـڪـو.

ڪيڏيون مسافتون هون منهنجون مُـنـتـظـر مـگـر-
”تَبسُمَ“ ڪي مُهلتون نہ تنهنجي غـم ڏنـيـون، نـہ تـو.

❶ ڪارائتو، آسان



در تي مينهن آهي، گهرَ اندر تہ اچو،
اوپرن وانگي ٻاهران نہ بيهو.

بارشن ۾ هجوم يادن جا،
ڇو اڪيلا اوهان ڪنيون ٿا وتو.

تهڪ خوشبو ۽ لفظ گل ٻوٽا،
ڪجهہ تہ ڪيارين ۾ پوکيون ويچجو.

گل-مهر تي اُداس پاريهرُ،
آس مان ڪيئن اوهان کي تازي پيو.

ساڳين تاڪن تي پَهرُ ڪن ويهو،
چاهي جي وقت ساڳيو ناهي رهيو.

هن وڇوڙن ۾ رات جي راتين،
سار سُڳنڌن کي تيئن تيز ڪيو.

ياد نعم البدل ته ناهي پر-
پوءِ به خوشگوار واءُ جو جهوتو.

سڏ پڙاڏا، وڇوڙو تنهائي،
گهر ۾ جڻ آسيبن ڪيو گهيرو.

هو تنفس جو پڪي به ”تبسُم“ جان،
روز سانئڻ اوهان کي ساري ٿو.



حياتي حادثو گذري آجان ٻيا حادثا ڪھڙا،
نہ ٿيو ھڪ عشقُ سَرِ مون کان سٽايان معرڪا ڪھڙا.

عمر جي فيروزي عڪسن ۾ پَلُ پَلُ جوت ٿي جَرڪيو
نظر ۾ باک جون سُرِخيون وھيءَ جا معجزا ڪھڙا.

سرابن کي اُڪاريندي گتين، پاڇن جي دولابن،
وڃايا پيچرا جن جا، اُنھن جا سانحا ڪھڙا.

اسان جي پُڄڻ کان ٿورو اڳي آنڌي اچي پھتي،
ڏَکي وبو ياڳ منزل تي، بچيا ھا فاصلا ڪھڙا.

اچڻ تي تيز ڏِرڪَڻَ جا. وڃڻ تي زور سُڏڪَڻَ جا،
وبچاري دل مُنجھي آھي، سنڀالي دِڪدِڪا ڪھڙا.

وري ڪونديين ولين گھَرَ ۾، سجايو تنھنجي يادن کي،
اسان ھن چيٽ موسم ۾، رکيا ھا آسرا ڪھڙا.

عمر جي آرھڙ کي مان، ڏُکي سھَکي ڪيو پورو،
تنتل لھجن جي نتھڻ ۾، "تَبسُمَ" چانورا ڪھڙا.



تانگھ تنبي جي تارَ نہ روڪيو لوڪ ٻُڌي،
چيرين جي چمڪار نہ روڪيو لوڪ ٻُڌي

پُوھہ جي پارن ڦُوھہ ڦلاريا شوقن جا،
لُونءَ لُونءَ جي للڪار نہ روڪيو لوڪ ٻُڌي

عشقَ اولانيا جيئن تتا تيئن جرڪي پيا،
تاندن جي تچڪار نہ روڪيو لوڪ ٻُڌي

نينهن گجي تو شينهن جيان شريانن ۾،
گُونجي پلي گجڪار نہ روڪيو لوڪ ٻُڌي

پيچَ پنيءَ جو هيرون سُڏڪيون اوتر تي،
جُھونجھڪڙيءَ جي جھارَ نہ روڪيو لوڪ ٻُڌي

جذبا ڦتڪيا، اُبريا خواب آڙاهن تي،
دردن جي ڏڏڪار نہ روڪيو لوڪ ٻُڌي

شوق "تَبَسُمَ" شوڪاري تو چوهہ منجھان،
چاتيءَ جي چيچڪارَ نہ روڪيو لوڪ ٻُڌي



آءُ تـہ وڇـڙڻ کـان اڳ ۾ هـڪ ڀيرو
تون مـان روئـيـنـدي مـوڪـلائـي وئـون.

حـالـتـن سـان تـہ لـيـکـو نـاهـي پـر،
حـادثـن جـو حـسـاب نـاهـي وئـون.

ڇا ڇُـنـيءَ ۾ مِـٺـي ڪـنـيـون ٿـي وتـيـن،
تهمتـون ٿـئـي تـہ ڀئـي ورهـائـي وئـون.

ڀَـل زمـانـا نـہ ڪـر تـون نـبـاهُـہ پَـرَ،
ايـتـرو جـو اسـان نـبـاهـي وئـون.

وقـت ڪـي پـوءِ مـيـاربـو پـهـريـون-
ضـبـط پـنـهـنـجـو تـہ آزمـائـي وئـون.

مـوڪـلاڻـيءَ جـو پـويـون تـبـسُـمَ،
گـيـت گـڏجـي ڪـوئـي ڳـائـي وئـون.



صحرا مسافرن کي رُڃ فاصلن جا صدما،
رستي وڇاين کي اونداهين جا صدما.

مُهراڻي جي پتَن تان تاندپاڻو جهومي گذريو،
وسميون بريون نگاهون، ويرانين جا صدما.

منزل تي پُڄندي پُڄندي گم ٿيا نشان جن کان،
ڍڪرن ۾ بيٺلن کي محرومين جا صدما.

ڪنهن آبشار تان اڪ ترڪي لٿي تري ۾،
هيٺانهن بيٺي سوچي اُونچائين جا صدما.

ڪوپاڻ گم ٿيو ڪنهن ڪي. رستن چڙهيو سفر ۾،
آتم ڪهاڻين ڪي ناڪامين جا صدما.

چنڊ ڪي صدين کان پنهنجي هڪ نانءُ سان سُڃاڻپ،
بي نام تارا پيوگن گمنامين جا صدما.

تاريخ جي صفحن ۾ ڪُل ٻولڙين پئي ٻوليو
سچ ڪي پُگا سدائين سوداگرين جا صدما.

عاشق مزاج فطرت ڪيڏو سنيالي ڪاتي،
پوءِ ٻي ٻچيا حصي ۾ آوارگين جا صدما.

”تبسُمَ“ ڪا آس تاڻي وَر وَر مڙي نهاريم،
احساس جي ڳلين ۾ پرچائين جا صدما.



هڪ سَرَءُ رات ۾ سڪيءَ جو گهر اُداس هو.
پَن ڇَڻ ۾ گهر پرينءَ بنا ويتر اُداس هو.

بيئي تاڪ بيڪڙي رهيا ڪڙڪڻ جي آس ۾ـ
نيڻن ۾ شب ٻَري وئي آڳُر اُداس هو.

پيلن گُلن تي چانڊني سُڏڪي سمهي رهي،
خاموش رات جو سڄو تاثر اُداس هو.

ڪا جوت تِمڪي ۽ نه ئي فانوس تو ٻري،
هي شهر ڇا، سڄو ئي جڳ ته تَر اُداس هو.

ڪا وِيرَ، ڪپر ڪي چمڻ ڪان اڳ ٻُڏي وئي،
هُن ڪُمهلي وداع تي ساگر اُداس هو.

مَنَ ۾ پيرين ٿو ڪوٽ ۽ ❶وسڪين ٿو موهه تي،
اي ❷منش تنهنجي ورش تي ❸ايشور اُداس هو.

هو پاڻ ڪنهن صليب تي مُرڪي چڙهي ويو،
ها پر يسوع جي گهاٽ جو نيئر اُداس هو.

جيون جي ڪوهيڙن ۾ جو وڃڙي ويو سات ڪان،
اُن پيرسن جو پوئتان نينگر اُداس هو.

فُٽ پاٿ، گرجا، مندر مسجد جي ٻاهران،
تذليل جي ❹فراس تي ٻي گهر اُداس هو.

او چنڊ پيلا چنڊ! لهي درد وچ پُڇي،
سورج مُکيءَ جي کيت جان اندر اُداس هو.

❶ وسِڳڻُ: هرڪجڻ ❷ منش: انسان ❸ روش: سياءُ ❸ ايشور: ڀڳوان خُدا
❹ فراس: ڏاس مان ناهيل وڇائڻ جو ڪپڙو



ڏُک جو اثر تہ ونبو پاڇا تہ ناهيون جانان!
سج، چنڊ، سمنڊ وانگي نِرجا تہ ناهيون جانان!

ڪو ڏک سُهي رُناسين، ڪنهن سُکَ تي ٽهڪي پياسين،
احساس جي اثر کان، آجا تہ ناهيون جانان!

دل چئي نہ چئي تڏهن پي، جيون اُڪارٽو آ،
آخر تہ منش آهيون، منشا تہ ناهيون جانان!

محراب جي اڳيان يا، محبوب جي پَٽيءَ تي،
دل چيو جَبين جهُڪائي، ڏڙڪيا تہ ناهيون جانان!

وستين جي بَربريت ڏي، جهنگلن کان نياپا آيا،
وحشي اسان پي آهيون، اهڙا تہ ناهيون جانان!

تون اِشارين تي ڪڏهن کان ٿو لنوايان حاضرين کان،
شاعر تہ نيڪ هُون پر، شُرفا تہ ناهيون جانان!

پَنَ ڇڻ جي موسمن ۾، تنها ڳلين جا منظر،
هَرَ هَرَ پڇن اکين کان، ڏنڌلا تہ ناهيون جانان!

طبقاتي زندگيءَ کان، باغي تہ آهيون ليڪن!
بُکَ جون ڏچيون اُڏايون، نظرياتہ ناهيون جانان!

هر حاضريءَ سان مون کي، مشروط چو ٿا ناهيو
گرمايون انجمن کي، وئشيا تہ ناهيون جانان!

اُونداهين بيت جي ڪنهن، سادي ماڻهوءَ وراڻيو
”مُهذِب ناهيون تہ ڇا ٿيو ننگا تہ ناهيون جانان.“

جوڳڻ جي ڪارڙيءَ ۾، متيءَ جا گهُگهڙا پُٽڪيا،
”تهذيب جا ڪي پويان، ورنا تہ ناهيون جانان!“

جنهن زندگيءَ اُياريو طي آ تنهين ۾ اُلهبو
پنهنجي رضا کي ماڻيون، ڪي ُخدا تہ ناهيون جانان!

جنهن سُونهن دل سلهاڙي، جنهن لئہ سِڪي گُذاريو
تنهن کان بہ ڪوپُڇي ڏي، وِسريا تہ ناهيون جانان!

هُن عشق اک ڏيکاري، آڙاهہ ٿئي ”تبسُمَ“،
هِن شوق ڇوٽ پوليو سڏڙيا تہ ناهيون جانان!

❶ منش: ماڻهو
❷ منشا: مرضي



هوءَ سمنڊ ڪناري تي ڪلهہ چنڊُ ڏسڻ آئي،
هڪ چنڊ تماشو هو هڪ چنڊُ تماشائي.

هن رين مڌرتا کي هُوءَ تيئن خماري وئي،
پلَ پَلَ تي وکيريون وئي مُرڪن جي مسيحائي.

لهرن جي ڇُهائن ۾ چاهت جي گرمجوشي،
پگهرائي وئي هُن کي احساس جي ڪِتڪائي.

نيڻن جي نهارن سان هُن چنڊ جهُلايو پئي.
پنبڻين جي هندوريءِ ۾ هُن رات پئي جهُومائي.

هوءَ سونهن سنوارڻ لئه سينگار ڪرڻ بيٺي،
اڳم ئي سُندرتا جي ديوي تي لڳي ڪائي.

هُنَ گُجر جي گهونگهٽ تي ٽانڊاڻا ٻري جهوميا.
۽ باک ڪئي مهڪي، مُرڪن جي پذيرائي.

آڪاش جي جهرمر جا سڀُ رنگ ٻَڪن هن مان،
هُوءَ باک بسنتيءَ جي هُوءَ شَفق جي لالائي.

ڪا دير سجي وادي سازن جا وراڪا هُئي،
پازيب سان ڇم ڇم جي ڇيڙيائين جو شهنائي.

هوءَ مُرڪ جا مُصوّر جي سوچن ۾ گهڙي ويئي،
ڪينواس جي گهيري ۾ ڇا رنگَ پريون آئي.

جيئن وک تي ڪجي هن جي تيئن تک سان ٻري تمڪيا،
تنهن گام جا ”تبسُمَ“ ها تارا به تمنائي.

## مصنف جا ڪتاب

| | |
|---|---|
| گلن جهڙا ڳل | شاعري |
| شفق وارا چانورا (ڇاپو پهريون) | شاعري |
| متيءَ جا سُرَ | شاعري |
| شفق وارا چانورا (ڇاپو ٻيو) | شاعري |
| سوچون، صحرا سراب | شاعري |
| زندگي تنهنجا رنگ هزار | سفر نامو (آمريڪا جو) |
| نيڻن جي آڳر ۾ | شاعري |
| هُوجي جوين ڏينهڙا (ڇاپو پهريون) | آتم ڪهاڻي |
| تنها ڪنڌيءَ مسافر | شاعري |
| اُپ هينان اُجارا گيت لُڇن | شاعري |
| موسيقي، موسم ۽ تبسم | شاعري |

## ايندڙ ڪتاب

| | |
|---|---|
| نئين شاعريءَ ۽ چونڊ نظمن جو مجموعو | شاعري |
| آتم ڪهاڻي (ڀاڱو ٻيو) | نثر |

موسيقي، موسم ۽ تبسم، تبسم جي شاعريءَ جو ٽيون مجموعو آهي. تبسم، سنڌس نالي جو حصو آهي، موسيقي سنڌس من جو مامرو آهي ۽ موسم هميشه مٿس مهربان رهي آهي. پنهنجي عمر ۽ نهيءَ ۾ جيڪا غفار مجتا ماڻي آهي، اها هر ڪنهن کي نصيب نه ٿي آهي. سنڌس شاعريءَ جي سفر تي نظر وجهبي ته تبسم جي طبيعت جا سمورا رنگ اُن ۾ موجود ملندا. هو مرڪندڙ ماڻهو آهي. سنڌس منهن تي ڪڏهن به منافقين جا ماسڪ چڙهيل ناهن رهيا، هُو اندر باهر هڪ. جهڙو اُجرو ۽ شفاف آهي، تيئن سنڌس شاعري پڻ اُجرن ۽ شفاف جذبن جو مجسمو آهي. سُر، سونهن ۽ سچ تبسم جي زندگيءَ جي منشور جا اهم نقطا آهن، جن کي بيان ڪندي هن هميشه بيباڪيءَ کان ڪم ورتو آهي. هن وٽ الفت جو پنهنجو نيارو اسلوب آهي. هيءُ "نئين ڏيري" جو ڳوٺاڻو ماڻهو، جڏهن ڪلاچيءَ جي ڪُن، مان زندگيءَ جون ڪهاڻيون ڳولي شاعري ڪري ٿو ته ان کي پنهنجي معصوم جوڀن، واري ٻوليءَ ۾ بيان ڪري ٿو، جيڪائي هن جي پنهنجي سڃاڻپ بڻيل آهي. هن اماوس جي سناٽن ۾ عمر جو زهر پي زندگيءَ جا سچا گيت سرجيا آهن ۽ اهي گيت ئي سنڌس امرتا جو ڪارڻ بڻجي سگهن ٿا.

تاج جويو

# موسيقي موسم ۽ تبسم

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)